Name : **Maandi Thiu Naa Maarui**
Subject :Autobiography - a life dedicated to Sindhyat


:603A Pearl Apt., 3rd Cross Road,
Lokhandwala Complex, Andheri (W)
Mumbai - 53. Ph.: 9821389440

First Edition :2007

Publisher :Sindhi Kitab Ghar
A 001, Bldg. No. 10 Sai Sadan,
Ratan Nagar, Four Bungalow, Andheri (W)
Ph.: 66997023

Cover Design :Anand Lalchandani
Tel.: 9820883807

Photo Design : Shweta Samat - 9820635885

Layout : Ram Lalchandani
Tel.: 932372436

Printer : Art Spot
Mahim, mumbai -16,

D.T.P. :Shobha Lalchandani
Tel.: 9322510668

Book Available at : Samarth Nagar Lokhandwala
Sindhi Panchayat Mahila Vibhag
9820625712 - 26369916
(Veena Dingrani)

Price : Rs. 200



# ماندي

# ٿيءُ

# نہ

# مارئي

سنڌيت جي راهہ ۾ چند قدم

**بنيتا ناگپال**

About Writer

**Bineeta Nagpal**

Producer- **Director BINEETA NAGPAL** has a prolific Television career. She has made more than 200 programmes telecast on channels like Doordarshn, Zee T.V., Star Plus, Sony T.V. Aastha Channels. She also has to her credit the making of first ever Sindhi Telefilm **"ANAND KRIPLANI JO MURDER"** based on Dr. Chandulal Jaisinghani's well known novel "Bagu Barrister" that was telecast on Doordarshan, Sindhi TV series shown on Astha Satellite Channel from July 2002 **"MASTAN JA MELA"** and **"MITTI A JI MAHAK"** are not only directed by her but also conceived by this lady of substance. The programme received tremendous response from the Sindhi community.

Bineeta Nagpal was invited to Sindh (Pakistan) by the organizers of **SANT SATRAM DHAM** (Sant kanwarram Sahib's Guru) . **SANT SHIROMANI SADHRAM SAHIBJI** and Bineeta's Sindhi programmes were welcomed by Sindhi's in Pakistan.

Now Bineeta Nagpal has come up with a new image as a writer. She has written her brief autobiography in Sindhi language in which she has written why and how she selected the path to serve her Sindhi Community and Sindhiyat. Bineeta's **"MAANDI THIU NAA MAARUI** (do not ever lose heart) provides an empowering philosphy for life, a blend of wisdom, compassion and practical experience.

Bineeta Nagpal Validates the timeless truths as they apply to family business and society in general. She believe that we alone can bring about the change within ourselves. Written with feeling and integrity, this book makes a powerful reading.

Bineeta Nagpal's principles of vision leadership and human relations make it a practical teaching tool for everyone. It is highly recommended for everone. Every library must posses it. This book has the gift of being simple without being simplisitic.

Bineeta has been confered with Sindhu-Ratan Award, Suvidha Gaurav Gold Disc Award and many prestigious awards, for her extraordinary contribution to Sindhi Community and Sindhiyat,



**ماندي ٿيءُ نہ مارئي**
**تنهنجو الله بي آهي**
**سؤ ورهين جا دکڙا**
**هک لهجي ۾ لاهي----**

شاهہ عبدلالطيف

''آڀار''

جن منهنجي زندگيءَ جي راهہ ۾ کنڊا وچايا، اُنهن جو ..... انهن کنڊن جي چڀن هميشهہ منهنجي اندر جي جوش کي سجاڳ رکيو ۽ سائينءَ جي ويجهو آندو جنهن جي ٻل سان ڏينهن پوءِ ڏينهن منهنجا ارادا مضبوط ٿي کاميابيءَ ڏانهن وڌندا رهيا .

**بنيتا**

# فهرست

## "ارپڻ"

پنهنجي ماتا پتا شيلا ۽ رام ڦانو اڻي کي جن پنهنجي ممتا سان مون ۾ سپنن جو ٻج ڇٽيو

۽

پنهنجي پياري پتي شري رام ناگپال کي جن پنهنجي پيار سان منهنجي سپنن جي ٻج کي وڌائي وڻ ڪرڻ ۾ مونکي ساٿ ڏنو.



## شڪر گذاري

ڪرموير برک شاعر دادا ٻي. ارجن سڪايل جو، جن الائيڪمڙين اکين سان مون ۾ لکل ڪماٽي ڏسي مونکي همٿايائون تہ مان پنهنجي آتم ڪٿا لکان. منهنجي اهائي آسيس آهي. دادا توهان جيئو هزارينسال....

بنيتا

## منهنجي پريٽا

* منهنجو پٽ منيت ۽ دشينت ناگپال
* منهنجي نونهر نڌي ۽ هرشا ناگپال
* منهنجون ڀينر مايا، شانتا، سرلا
* منهنجا ڀائر ديپڪ، اندر، سريش
* منهنجي سس ڀاڳي ٻائي ڀڄنداس ناگپال
۽ منهنجو سڄو ڪٽنب
* توهان سڀني جو پيار ۽ مون ۾ وشواس منهنجي شڪتي آهي، منهنجي پريٽا آهي.

## ”ٻه اکر“

منهنجي آتم ڪٿا هڪ سنديش به آهي.... جيڪڏهن ارادا پڪا آهن ته مرادون ضرور حاصل ٿينديون. مون جيڪي زندگيءَ جا الڳ الڳ رنگ ۽ لاها چاڙها ڏٺا، ۽ انهن مان ڪيئن پار ٿي مان ڪاميابيءَ ڏانهن وڌندي رهيس، ان جو نچوڙ ڏنل آهي. مان ڪڏهن به همت نه هاري. سائينءَ جو هٿ مضبوتيءَ سان پڪڙيل اٿم. اسان جي زندگي اڻ تراشيل هيرو آهي. ان کي اسان کي پاڻ ئي جوهري بڻجي قدرت جي قاعدن ۽ قانونن سان هلي هن کي تراشڻو آهي.

ان لاءِ پهرين ته پنهنجي زندگيءَ کي، زندگيءَ جو مقصد ڏيو ۽ ان کي ماڳ تائين پهچائڻ لاءِ پرپور محنت، سچ جو ساٿ،positive ويچار، پاڻ ۾ وشواس پنهنجي آتم شڪتيءَ ۽ اڇا شڪتيءَ کي بلوان ڪيو، ۽ پنهنجي سوچ کي ارجن وانگر مقصد ڏانهن رکو. اهي ئي اٿو قدرت جا هٿيار جنهن کي اپنائڻ سان توهان پاڻ ئي گهڙجندا ويندا. منزل ڏانهن وڌندا ويندا ۽ پنهنجو ملهه ڪرائيندا ويندا.

پنهنجي ڪٽنب ، قوم ۽ ديش لاءِ پنهنجي فرض ۾ پورا رهو. نسوارٿ ڀاو سان شيوا ڪيو. اهو ئي توهان جو ڌرم آهي.

زندگيءَ ۾ ٿيٽي پنهنجو ٻل ڏيکاريندي آهي ۽ هر تڪليف پنهنجو سنو اثر ڇڏيندي آهي. اُن مان ڪجهه پرايو. اُن ۾ پنهنجو واڌارو ڏسو. ڪمزور ويچارن کي جهٽڪي ڇڏيو. پاڻ کي ماضيءَ جي قئد مان ڪڍو. اڄ جيڪو هٿ ۾ آهي، ان کي سجايو ڪندا ته آئينده پاڻيهي ٺهندو ويندو. منزل ضرور ملندي. پر پنهنجي مقرر ٿيل وقت سان. ياد رکو، جڏهن جيڪا ڳالهه ٿئي سمجهو اُهوئي ان جي ٿيڻ جو صحيح وقت هو. سائين سدائين ساڻ سمجهو. بس اُن جي ٻل سان توهان پاڻ کي پار ڏسندا.

اِرادا آسمان پائڻ جا رکو. اُتي هٿ هٽندا ته مٽيءَ ۾ آسمان ئي هوندو. اهو مُٺي پر آسمان به گهڻو ئي هوندو.

هي سنديشن توهان لاءِ پيش ڪرڻ ڪان اڳ مون اُنکي پنهنجي عملي جيون جو حصو بڻائي رکيو.

**Bineeta Nagpal**
603A, Pearl Apartments
3rd Cross Road,
Lokhandwala Complex,
Andheri (W) Mumbai - 400053
Ph. 9821389440/ 9870455192

**Bineeta Nagpal**
email.bineetarnagpal@yahoo.co.in
Post Box No.47112,Dubai (UAE)
Mob.97150-2523186



## مُهاڳ

هي ڪتاب توهان جي هٿن تائين نه پهچي ها، جيڪڏهن مان هن ڪرميوگي ڀيڻ کي سندس دلچسپ ۽ ڪليٽڪاري جيون ڪهاڻي ڇپائڻ لاءِ زور نه ڀريان ها.

هن جو سنگمرميه جيون هزاري لکين سنڌي ڀينرن لاءِ پريٽادائڪ ٿي سگهي ٿو. ۽ سيني شڪتي ڀري سگهي ٿو، ته ڪيئن پنهنجي زندگي کي ڪامياب ۽ سڦل بڻائي پنهنجي شخصي ازمت ۽ ڪٽنبي شان سنمان کي چار چنڊ لڳائڻ سان گڏ پنهنجي قوم، ديش، ۽ ڌرم جي راهه ۾ قدم ڪڻڻ لاءِ فقط ارادي جي پختگي ۽ اٽل وسواس جا ٻي هٿيار کڻي زندگيءَ جي جنگي ۾ جيت حاصل ڪري سگهجي ٿي.

ڀيڻ بنيتا ناگپال جا ٽي.وي. سيريل ڏسندي مان محسوس ڪندو هوس ته هيءَ مالي استري ڪٿي گڏجيم ته مان سندس گلي ۾ گلن جي مالها پهريان ۽ اهي گل ان ڏينهن پاڻ کي خوش نصيب سمجهندا ته برابر ڪنهن حقدار جي هٿن ۾ پهچي رهيا آهن.

جن جي مٽيءَ جي مهڪ وارا سيريل سنڌي جاتيءَ جي املهه پونجي بڻائي رهندا جو اهي سنڌيت جي خاصيت آهي ته هي سوُلي سنڌي ڀاشا ۾ لکيل آهي. جيڪا عام ماڻهو پاڻ ۾ ڳولهيندا آهن.

هن ڀيڻ لاءِ منهنجون بيشمار مبارڪون ۽ سد سد بار دعائون

**برک شاعر**
**ارجن سڪايل**
**٦ سيپٽمبر ٢٠٠٧**

A001 Bldg. No. 1
Saisadan Ratan Nagar 80,
Four Bungalow Andheri (W)
Mumbai - 53. Ph.: 66997023

## ١. ’’لاجو‘‘

منهنجو جنم جيڪب آباد سنڌ ۾ ٿيو بلوچستان بارڊر جي پرسان دنيا جي اُتاهه گرم شهرن مان هڪ ليکيو ويندو آهي. شهر مٿان سج جون سڌيون ڪرڻون ٿيون پون.

جيٺ (مئي) جي مهني ۾ ايتري ته گرمي ٿيندي آهي جو صبوح جو نوين (٩) بجي ئي منجهند ٿي ويندي آهي، اسڪول ۽ بازارون بند ڪري ماڻهو گهرن ۾ آرامي هوندا آهن. سڀا رستا سُنسان ٿي ويندا آهن. ڪيترا پکي ۽ پسون رستن تي گرميءَ سبب مُئا پيا هوندا آهن ۽ اُن مهني جي ٢٨ تاريخ سنه ١٩٤٦ ۾ منهنجو جنم ڪاڪي ڪيشوداس وشنداس ٿانواڻيءَ جي ننڍي پٽ رام وٽ ٿيو. قدرت جو ڪرشمو چئجي جو اُتاهه گرميءَ جي اثر مون مٿان نه ٿيو. منهنجو رنگ انگريزن وانگر اڇو، ڳل ڳاڙها، اکيون شيريون، وار پورا، چنڊ وانگر پئي چمڪندي هئس، وري سياءُ به ڪلٽو ۽ سانتيڪو هو. ڪل جو ته اُتاهه خزانو مليل هو.

مان سڄي گهر جي پاتين جو رانديڪو هئس. سڄو وقت شيري شيري ڪري نچائيندا ۽ کڏائيندا هئا. بابا (منهنجو ڏاڏو) ڏسي پيا ٺرندا هئا.

چنيءَ جو نال ’ل‘ اکر تي نڪتو هو ۽ منهنجو نالو لاجونتي رکيو ويو. سڀ لاجو يا لاجي ڪري سڏيندا هئا.



پر بابا مونکي لڇمي ڪري سڏيندا هئا. ڇو جو منهنجي جمڻ ڪانپوءِ چئني طرفن کان لڇميءَ جي برسات ٿيڻ لڳي هئي. مونکي ڪوبه کير پائڻ نه پوندو هو منهنجي لاءِ ٻڪري آڻائي ويئي. هڪ نوڪر گهمائڻ لاءِ رکيل هو. بابا شوقين مزاج جا هئا، جيڪبآباد ۾ پهرين موٽر بابا ورتي هئي. شام جو ڪٽنب جا سڀ ٻار موٽر ۾ گهمڻ ويندا هئاسين. اسانجو اهڙو ته راجائي ٺاٺ هو.

## ۲. ’منهنجو ڪٽنب‘

اسين ٺانواڻي ساهتيءَ جا نوابشاه ضلعي ۾ هالاڻي ڳوٺ جا آهيون. نوابشاه کي سنڌ جي وچ ۾ هئڻ ڪري ’سنڌ جي دل‘ بہ چوندا آهن.

اسان هالاڻي دربار جا پوئلڳ (مڃيندڙ) آهيون. جيڪا ۱۷۸۷ ۾ ’بابا سُکديو‘ جي مهر سان ٺهي. پوءِ سنڌ ۾ گادي نشين بابا ماڌوداس جي آسيس جو هٿ ڪٽنب مٿان قائم هو. ورهاڱي کان پوءِ هندستان ۾ اجمير ۾ ’سيان بامبي‘ جي آستانن تان بہ سنڀال ٿي رهي آهي.

بابا (منهنجو ڏاڏو) ڪيشوداس ٺانواڻي جيڪب آباد اچي رهيا، جو اتي نوڪري ڪندا هئا. اسان جو حويليءَ جهڙو وڏو گهر هو. هيٺ ست دڪان هئا. جنهنجو ڀاڙوايندو هو. تنهن کان سواءِ جيڪب آباد جي پرسان تهسيلن ڪنڌ ڪوٽ ۽ ڪشمور ۾ چانورن جي سارين کي پالش ڪرڻ جا ڪارخانا هُئا. جيڪي منهنجا چاچا ۽ دادا (منهنجا پتا) سنڀاليندا هُئا. ’ڪئپيٽل‘ سئنيما هال ۾ بہ ڀائيواري پڻ هئن. اسانجو وڏو خوشحال ڪُٽنب هو. ڪُٽنب ۾ چاچا چاچيون ڦُڦي بابا اسان ۽ منهنجا مائٽ ٻارن سوڌا ملائي ڪري ۲۷ ڄڻا هئاسين. اوچي رهائش هئي. بابا قاعدي ۽ پيار سان سڀني کي سنڀاليندا هئا. ڪنهن بہ شيءِ جي گهٽتائي نہ ٿيڻ ڏيندا هئا. ڦُڦي وچاڻين ۾ پرٽيل هئي جنهنجو گهوٽ مشهور جيلر هو ۽ ڦُڦيءَ کي ست ٻار هئا ۽ پوءِ هندستان ۾ چار ٻار ٻيا ڄاوس.

دادا (منهنجا پتا) سڀني ڀائرن ۽ ڀينرن ۾ ننڍا هُئا. ڏنڌو سنڀالڻ سان گڏ ڪراچيءَ ۾ انجينيري پڙهندا هُئا. راندين ۾



چئمپين هئا. گهڻائي انعام کٽيا هئائون. ۲۴ سالن جي عمر ۾ ۱۹۴۴ ۾ شادي ڪيائون. منهنجي ماءُ جو نالو ڪُندي هو. ۽ شاديءَ کان پوءِ نالو شيل رکيائونس. سُهڻي، سُشيل ۽ گيانوان هُئي. سڄي سکمني زباني ياد هُئن. گرو گوبند سنگهہ کي مڃيندي هُئي. پيڪي آڪهہ ٺهلراماڻي هئس. منياڻن جي مکين جي ڌيءَ هئي. مکپڻو مزاج مان بکندو پيو هئس.

## ۳. 'وقت جي ڪروٽ'

'۱۹۴۷' آزاديءَ جي لڙائي زور پڪڙڻ لڳي. مُلڪ کي ٻن حصن ۾ ورهائڻ جون رٿون رٿجڻ لڳيون. ان لڙائي ۾ سنڌين به ڀرو ورتو، ڪجهه به وسان نه گهٽايائون. اسين ٿانواڻي راجا رائڌڻاڇ جا وارث آهيون. ورثي ۾ ڪلا ۽ ديش پريم مليل آهي. دادا روچي رام ٿانواڻي هڪ مثال آهن. منهنجي دادا رام جا به گهڻيئي ديش پريم ۾ ڪيل قصا ٻڌل آهن ته ڪيئن جان هٿن ۾ ڪٽي آزاديءَ جي لڙائيءَ ۾ ڀرو ورتائون. رات جو اونده ۾ ديوارن تي پوسٽر هڻي ايندا هئا. خطرو ڪٽي لڪل جڳهين تان لٽو- مشين تي ديش جي نيتائن جي سنديشن جا پنا ڇپي سنڌ واسين تائين پهچائيندا هئا. پنهنجي ننڍڙي ديش پريمين جي ٽوليءَ سان ديش لاءِ ڪيترائي خطرناڪ ڪم ڪيائون. اهو سڀ ٻڌي من فخر سان ڀرجي ويندو آهي.

آخر زندگيءَ ناٽڪ وانگر موڙ ڪاڌو ۱۹۴۷ ۾ ملڪ جو ورهاڱو ٿيو. ورهاڱي جي چوٽ اسان سڀاجهڙن سڄڻ سنڌين تي گهڻي پيئي. پنهنجو وطن، پنهنجون ماڙيون، ملڪيتون مجبوريءَ سان ڇڏي اچي هندستان ۾ دربدر ٿيا. پوءِ ڪيئن وقت کي سلام ڪندي آهستي آهستي وسڻ لڳاسين. اهو سڀ جڳ ظاهر آهي. مطلب ته هر سنڌي پاڻ ۾ هڪ ڪهاڻي آهي.

'منهنجي ڪٽنب' به ڦريون پوربندر، راجڪوٽ ۽ آخر احمدآباد ۾ ساهه پٽيو. سڄا سارا به سال لڳا هتي هُتي ڀٽڪندي ۽ وسندي، هاڻي مان ساڍي ٽن سالن جي هئس.

احمدآباد ۾ جواهر نگر ۾ هڪ مسلم سوسائٽيءَ ۾ بنگلو نمبر



۸ ۾ سڄو ڪٽنب رهڻ لڳاسين. سوسائٽيءَ ۾ ٻيا به گهڻيئي بنگلا هئا. بابا (منهنجي ڏاڏو) جا پنهنجا ٽي ڀائر ۽ هڪ ڀيڻ به پنهنجي ڪٽنب سان الڳ الڳ بنگلن ۾ رهڻ لڳا. هرڪو اچڻ کان پوءِ روزي روٽي ڪمائڻ جا وسيلا ڳولهڻ لڳو. آخر 'رليف ٽاڪيز' جي سامهون بابا ڪلفي ٺاهڻ جو ڪارخانو ''ڪرشنا آئيس ڪينڊي'' جي نالي سان وڌو. احمدآباد ۽ آسي پاسي ۾ اهڙو ڪو اڳي ڪارخانو ڪونه هئو، سو ڪلفي هلي پيئي. بابا جي من ۾ سنڌ اڃان گهري وسيل هئي. ڪنهن ڳالهه ۾ من نه پيو لڳين ۽ پاڻ کي رٽاير ڪري ڪم کي پٽن جي حوالي ڪري ڇڏيائون. چارئي ڀائر گڏجي ڪارخانوسنڀاليندا هئا. پر چوندا آهن 'ڏڻ ته ڏٽي نه ته وڪڻ ڪٽي!' سو اسان سان به اهو ئي ليکو ٿيو. ڏنڌو ڏينهون پوءِ ڏينهن اڳتي هو، پئسن جي برسات پوڻ لڳي. پر انڌ ڌنڌ خرچ، هڪ ٻئي سان ريس، بيوشواسي، آهستي آهستي ڌنڌي جون جڙون ڪمزور ٿينديون ويون. ان وچ ۾ سيني چاچن جا ۲-۳ ٻار ٻيا به پيدا ٿيا. منهنجي ڪٽنب ۾ به ٻه ڀينر مايا، شانتا ۽ ٽڪڙ ڀاءُ ديپڪ ڄاوا. گهر ۾ ڀاتين جو واڌارو، روز جا جهڳڙا، اشانتي، پئسي جي ڇڪتاڻ جي ڪري هاڻي ڪٽنب جون به جڙون لڏڻ لڳيون. بابا جي هٿن کان هاڻي نڪري ويون هيون.

## ١٤.مان سنڌي آهيان

سن ١٩٥٠ ۾ دادا مونکي رليف ٽاڪيز جي پرسان ’مائونٽ ڪارميل‘ انگريزي اسڪول ۾ داخل ڪيو. ان اسڪول ۾ پهريون درجو پاس ڪيم. منهنجا سؤٽ سنڌي اسڪول ’سنڌي ماڊرن‘ ۾ داخل ٿيا، جو هو اڳي ئي سنڌ ۾ سنڌي اسڪول ۾ پڙهندڙ هئا. اوچتو دادا مونکي انگريزي اسڪول مان ڪڍائي سيني سان گڏ ’سنڌ ماڊرن‘ ۾ وڌو. شايد پاڻ ۾ جهڳڙن جي ڪري پر منهنجو معصوم من سوال ئي ڪندو رهجي ويو. سنڌ ماڊرن جي ماسترياڻي ’دادي رامي‘ اجان به ياد اٿم سهڻي هئي ۽ مٿي تي وڏو تلڪ لڳائيندي هئي. هن جو چهرو من تي اجان به چپيل آهي. هن اسڪول ۾ سنڌي بيت اسان جي سنڌي لپيءَ سان منهنجي پهرين سڃاڻپ ٿي سنڌ ماڊرن مونکي ان طرح ”مان سنڌي آهيان“ جي سڃاڻپ ڏني.

### پنهنجي قوم سان درد جو رشتو

مونکي آڪاڻين ٻڌڻ جو بيحد شونق آهي. اسانجي بنگلي ٻاهران هڪ ’باغ‘ هو. جنهنجي چؤڌاري ميهنديءَ جي ٻوٽن جو ٻنڙو هو. اندر موتئي، گلاب جي گلن جا ٻوٽا ۽ رات راڻيءَ جي گلن جي خوشبوءِ اجان ياد اٿم. باغ جي وچ ۾ ڪيرولين جو گهاٽو وڻ هو. ان جون مٿيون ڪيروليون سڀ ڏاڍي چاهه سان کائيندا هئاسين. وڻ جا ڪيسري ڏنڊيءَ وارا پاردرشي گلن جون مالهائون جيڪي مان ٺاهي پائيندي هئس، اُهي ياد آهن.

بابا کي گهڻو ڪري جڏهن آرام ڪرڻو هوندو هئن ته ان وڻ



جي ڇانو ۾ کٽ وڇائي جيئن ئي ليٽندا هئا، اسان ڊگهه ٻار خاص ڪري مان بابا کي آڪاڻي ٻڌڻ لاءِ ورائي ويندا هئاسين ۽ پوءِ پنهنجن ننڍڙن هٿن سان واري واري سان پيرن ۽ ٻانهن کي زور ڏيڻ ۽ آڱرين جا ٽڪاو ڪڍڻ جي رشوت ڏيئي بابا کان آڪاڻيون ٻڌندا هئاسين.

ڪڏهن بابا آڪاڻيون ديو پري ۽ راجڪمارين جون، ڪڏهن گند تي وينل ڪانو جون، ڪڏهن رسٽي ڏيڏريءَ جي ته ڪڏهن سائين ڪنوررام جون، جهولي لال جي مهما جون ته ڪڏهن انگريزن جي ظلمن جون ته ڪيئن اسان تي ظلم ڪيائون ڪڏهن سنڌ ۾ ڇڏي آيل پنهنجي راجائي ٺاٺ جون ڳالهيون ٻڌائيندا هئا. جنهن ۾ اجان به شايد پنهنجي وطن واپس وڃڻ جي آس قائم هئي. چوندا هئا، جاڻ ته سڀ حالتون ٺيڪ ٿي وينديون اسان سڀ پنهنجي وطن پنهنجي گهر واپس ويندا سين. پر وقت گذرندو ويو، ۽ سڀ ڪجهه ڏنڌلو ٿيندو ويو ۽ حقيقت ڪهاڻين جو روپ وٺي خاموش ٿيندي ويئي.

بابا جڏهن به سنڌ جون ڳالهيون ڪندا هئا، انهن جي آواز جي درد جي ڇاپ منهنجي ننڍڙي عمر ۾ ئي دل ۽ دماغ تي اثر ڪندي ويئي. جيئن جيئن وڏي ٿيندي ويس، سمجهه ۾ ايندو ويو ته بابا جو دک نه صرف بابا جو پر منهنجي سڄي قوم جو دک آهي. هرهڪ سنڌي وقت جي مار سهي رهيو آهي ۽ پوءِ ان طرح پنهنجي منڙي قوم جي درد جي رشتي سان جڙندي ويس، جڙندي ويس....

مونکي خوشي آهي ته مان سنڌي آهيان جيئن جيئن پنهنجي اوچي سپيتا جي جاڻ پوندي ٿي وڃي، مان پاڻ کي فخرائتو ٿي سمجهان مونکي اها به خوشي آهي ته منهنجو جنم سنڌ ۾ ٿيو، جتي اسان جي قوم جو ن جڙون آهن، منهنجي وطن

جي مٿيءَ جا جزا منهنجي شرير ۾ سمايل آهن.

ورهاڱي وقت مان پلي سوا سال جي هئس، پر ان جي تازن زخمن جي، جيڪي منهنجي ڪٽنب ۽ منهنجي قوم سٺا مان شاهد آهيان.

ورهاڱي کان پوءِ هندستان ۾ راجڪوٽ ۾ ڪڏهن بابا يا ڪڏهن دادا جي آڱر پڪڙي شرڻارٿي ڪئمپ ۾ ويندي هئس. جو هو اتي بہ پنهنجن سنگي ساٿين ۽ مٽن مائٽن جو پتو ڪڍڻ ويندا هئا يا سار سنڀال لهڻ ويندا هئا. مونکي اتي جي سنڌي پائرن پينرن جي آڇ ڪيل چانهہ پاپڙ بسڪيٽن جي مهمان نوازي ياد اٿم جيڪي اتي ڪچن گهرن ۾ وڃي کائيندي هئس ۽ گهر ڏسي حئران ٿيندي هئس ۽ هاڻي ٿو محسوس ٿئي تہ اهڙي حال ۾ بہ سنڌي مهمان نوازي ڪري پنهنجي قوم جي سڀيتا قائم رکي وينا هئا. ’واه ڙي سنڌي تون ڪمال آهين‘



# ۵. تِر جي ڳُٿي سوُ چوٽون کائي

’۱۹۵۳‘ گهر ۾ چئني پائرن جو پاڻ ۾ تناوُ وڌي ويو. نتيجو ٻيو ورهاڱو ڏٺم، پنهنجي خوشحال ڪٽنب جو ٿيو تہ پائرن جي پاڻ ۾ الائي چا تي چڪتاڻ ٿين جو دادا غصي ۾ بلڪل خالي هٿين فقط پنهنجي پڙهائيءَ جا سرٽيفڪيٽ کڻي ممي ۽ اسان چئن ٻارن سان ڪانپور ڏانهن روانا ٿيا جتي منهنجي ناني ۽ ماما رهندا هئا. اتي پاڙي تي گهر وٺي لائيٽ جو دڪان کوليائون.

مونکي اتي ٽئين درجي هندي اسڪول ۾ داخلا ڏيارايائون. بلڪل نئين ٻولي ’هندي‘. پهريون انگريري پوءِ عربي سنڌي ۽ هاڻي هندي. وري منهنجو ڪچڙو من سوال ئي ڪندو رهجي ويو......

هيڏانهن منهنجا چاچا بہ ڪلفي جو ڪارخانو بند ڪري احمداباد ڇڏي وڏو چاچو پاونگر، ٻيو نمبر چاچو ڀوپال، ٽيون چاچو ۽ بابا ۽ امان سان گانڌيڌام وڃي وسيو. پُڦيءَ شروع کان ئي اجمير وسايو.

’واه ري ورهاڱو‘ ڪيئن هڪ ۲۷ ڀاتين جي خوشحال ڪٽنب کي ڇڙو ڇڙ ڪري ڇڏيو. انسان ڪيئن حالتن جي هٿن ۾ مجبور ٿي ٿو وڃي.

اسان ڪانپور ۾ هڪ سال رهياسين پر اتي ڀاڳ نہ لڳو. هيڏانهن گهڻا سنڌي وڃي گجرات ۾ ڪڇ گانڌيڌام، آديپور ۽ گوپالپري وسائي رهيا هئا. دادا کي پتو پيو تہ آديپور ۾ نئون سول انجينيرنگہ جي اوور سيئر ڪورس، جو ٻن سالن جو هو، ڪاليج کليو آهي دادا انجنيئر تہ هئا، سو نوڪريءَ لاءِ درخواست ڏنائون ۽

اتي ورڪشاپ سپرينٽينڊنٽ جي نوڪري ڪاليج ۾ ملين ۽ اسان اڇي آديپور ۾ رهياسين. هي ڪورس ڪرڻ لاءِ هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان شاگرد ايندا هئا. اڄ به دادا جي هٿ هيٺ نڪتل گ هڻيئي شاگرد وڏن وڏن شهرن ۾ P.W.D ۾ وڏن عهدن تي ۽ ڪي نالي جا ڪانٽرئڪٽر (ٺيڪدار) آهن. شروع ۾ ڪاليج صرف هڪ بئرڪ ۾ هو. پوءِ ڪاليج کي آهستي آهستي وڌائڻ لڳا. دادا ۽ دادا سان گڏ ٻئي اسٽاف تمام گهڻي محنت ڪري ڪاليج کي وڌائڻ لاءِ ڏينهن رات هڪ ڪيو. دادا ورڪشاپ ۾ نيون نيون مشنيون آڻايون. شاگردن جي وندر لاءِ طرح طرح ڪلچرل پروگرام ڪرايائون. ڪاليج جي ساک ڏينهون پوءِ ڏينهون وڌندي. هاڻي ڪاليج ڏيري ڏيري بئرڪ مان بدلجي هڪ وڏي عاليشان بلڊنگ جي روپ ۾ بدلجي ويو. سڄي ڪڇ ۽ گجرات جو شان هو.

اسانجي پريوار ۾ اچا واڌارو ٿيو. ڪانپور ۾ هڪ ڀاءُ اِندر، آديپور ۾ به ڀائر دليپ، سريش ۽ هڪ ڀيڻ سرلا ڄاوا. ١٩٦٠ تائين اسين چار ڀينر ۽ چار ڀائر ڪُل اَٺ ڄڻا هئاسين. دادا جي پگهار ۽ ڪجهه سائيڊ بزنيس ڪري آرام سان سک ڀري زندگي ڪٽجي رهي هئي.



# ٦. اسڪول جامعصوم ۽ سُنهرا ڏينهن

مئتري مها وديالیہ ۾ چوٿين درجي ۾ آديپر ۾ مون داخلا ورتي. هي اسڪول هندي ميڊيم جو هو. سنسڪرت، گجراتي۽ ديوناگري سنڌي ضروري هيون. دادي ڪرشنا ڀمپاڻي هيڊ ماسترياڻي هئي. اصولن واري ۽ ڪڙڪ ٻيون پياريون ماسترياڻيون 'دادي چئناڻي' ، 'دادي وديا ڀمپاڻي'، 'دادي ڀرياڻي'، 'دادي ميران دوداڻي' ، 'دادي بجلاڻي' ۽ دادي ماهتور ڪٽان وسرنديون دل تي چِٽيل آهن.

انين درجي ۾ اسانجي ڪلاس کي هاير سيڪنڊري اسڪول مئتري مها وديالیہ ۾ موڪليو ويو. جتي چوڪرا ۽ چوڪريون گڏ پڙهندا هئا. شروع ۾ تڪليف ٿي هڪ ٻئي سان adjust ڪرڻ ۾ پر پوءِ ته آهستي آهستي حجاب لهندو ويو ۽ سڄي ڪلاس گڏجي گ هڻيئي شيطانيون ڪيونسين ۽ ڪلاس ماستر جون هٿن تي ڦٽيون کاڌيون.

اسان چوڪرن چوڪرين جو هڪ گروپ هو جنهن ۾ اسان گڏجي گهڻيئي ڪلچرل، رانديون N.C.C ,A.C.C ڪئمپون وغيره وڏي ڪاميابيءَ سان آرگنائيز ڪندا هئاسين. پر مستيون به خوب ڪيونسين گڏجي پڪنڪ تي وڃڻ، گندي پاڻيءَ واري رام باگ مان ڏؤنڪا، جهنگل جليبي ، ٻاڙهن ۽ گلابي گلابن جون معصوم چوريون، بي مطلب ڳالهين تي پاڻ ۾ کلڻ، اجاين ڳ

ڳالهين تي وڙهڻ ۽ وري ’ساري‘ ڇڏي ٿي وڃڻ روز جو ڪم هو. ڇا ته ڏينهن هئا.

رسيس ۾ سنڌي ڪاڪي جا ڇٽن جي دال جا رول، ڇولا ڍبل، ڦودني جي چٽڻي ۽ اوباريل ڳجرون جو سواد اڃان به وات ۾ آهي.

ٺاهوڪو پرنسپل ’پرتاپ رامچنداڻي‘. جنجو ڏڏڪو اهو هئن جو مجال آهي جو ڪير ڪنڌ مٿي ڪري ڳالهائي سگهي. تنهن کان سواءِ ايپچنداڻي سر، مارو سر، وسنداڻي سر، بولاڪاڻي سر، هريش واسواڻي سر، پرياڻي سر، سنسڪرت جو ٽيچر رامچندر، دادي درگا پمپاڻي، دادي پنجواڻي ۽ ستيش روهڙا سر جون جوش ڏياريندڙ ۽ همٿائيندڙ ڳالهيون منهنجي زندگيءَ جي انمول جائداد آهن.



# ٧. ’ڪلاڪار لاجو‘

پڙهڻ ۾ مان هوشيار نه هئس. ننڍپڻ کان هيڏا اسڪول مٽائڻ جي ڪري پيڙه ڪچي رهجي ويئي هئي. پر الڳ الڳ ٻولين جي سڃاڻ حاصل هئي. سنڌي، انگريزي هندي، سنسڪرت، گجراتي، پنجابي ۽ اُردو انهن سڀني ٻولين جي سڃاڻ ٿيندي ويئي. هاير سنڌيءِ اتهاس منهنجا خاص ۽ من پسند سبجيڪٽ هوندا هئا.

ان کان سواءِ ڪلا ننڍپڻ کان رڳ رڳ ۾ سمايل هئي. احمداباد ۾ جڏهن مان ڇئن سالن جي هئس ته مان گجراتي گاني تي گربا ۽ ڊانسون ائين ڪندي هئس ته ماڻهو ڏسندائي رهجي ويندا هئا. ’ماري تي گامڙي‘ ’ايڪ وار آو جو‘ منهنجي ڊانس ڏسي ماڻهو ڏاڍو حئران ٿيندا هئا. ننڍي هوندي احمدآباد ۾ ئي هڪ ڪٿڪ ڊانس جي ماستر بابو لال شرما کان ڪٿڪ نرتيه سکيو ۽ سڃي قابليت حاصل ڪئي.

’١٩٥٥‘ ۾ آديپور جي جنم داتا مربي ڀائي پرتاپ جي جنم ڏينهن تي سٽيج تي پهريون پيرو سولو ڪٿڪ ڊانس (اڪيلي ڊانس) ڪئي ۽ پهريون نمبر انعام کٽيو. شري ڀائي پرتاپ جن مونکي هٿن سان انعام ڏنو. پوءِ ته جيترا به آديپور، گانڌيڌام، ڀڄ ۽ انجار ۾ ڊفينس فنڊ لاءِ اسڪولن جا پروگرام هجن يا ڪنهن سڃي ڪاريه لاءِ ڪو پروگرام هجي، لاجو ٿانواڻيءَ (منهنجي) جي ڊانس کان سواءِ اڌورا سمجهيا ويندا هئا. ماڻهو خاص منهنجي

ڊانس ڏسڻ ايندا هئا.

تن ڏينهن ۾ هندستان جي وڏي ۾ وڏي ڪٿڪ ڪلاڪار ستارا ديويءَ کي مڃيو ويندو هو. ۽ منهنجي بہ اڇا ٿيندي هئي تہ مان ان جهڙي ۽ ان کان ڊانس سکان ۽ وڏي ڪلاڪار ٿيان.

ڊرائنگ ۽ پينٽنگ ۾ بہ سنو هٿ هو. بامبي جي J.J اسڪول آف آرٽس جا جيڪي امتحان ڀڄ ڪڇ ۾ ٿيندا هئا، مون ننڍي هوندي ئي پاس ڪري ڇڏيا هئا ۽ آئل ڪلر سانپينٽينگون ٺاهي ڪيترا انعام کٽيا هئا.

١٩٥٢ ۾ احمداباد ۾ دادا ۽ ممي پهريون ڀيرو سنيما هال ۾ وٺي هليا. سنيما جي سونهري پردي سان پهرين سڃاڻپ آوارا فلم سان ٿي. هيءَ سنيما ايتري شونق ۽ ڌيان سان ڏٺم، جو فلم جا ڪيترا خاص نظارا، ڊانسون ۽ گانا زباني ياد ٿي ويا. فلم جا اداڪار ۽ ڪجهہ ڊائلاگ بہ ذهن تي چيچجي ويا. راجڪپور، پرٿوي راج ڪپور، ڪي. اين سنگهہ، نرگس ڪيترا ڏينهن، ڪيترا مهنا وسرن ئي نہ پيا.

نرگس جي وارن جا جهٽڪا نخري سان ڳالهائڻ جي اسٽائيل مون جڻ ائڊاپٽ ڪري ڇڏي، مميءَ جي رئي جي ساڙهي پائي، آڏي سينڊ ڪڍي سڄو ڏينهن شيشي اڳيان پاڻ کي نرگس بڻائڻ جي ڪوشش ڪندي رهندي هئس. ۽ ريڊيو تي آوارا فلم جو گانو !! ''گهر آيا ميرا پرديسي'' اچي مس تہ مان ڪٿي بہ هجان ڀڄندي اچي سڌ ٻڌ ڪوهي ڊانس ڪندي هئس.

ايتري قدر جو سڀ ٻار ڪنا ڪري ''آوارا'' سنيما سنيما راند ڪرائيندي هئس، جيئن اسان ننڍي هوندي گهر گهر راند ڪندا هئاسين. هرڪنهن ٻار کي ڪونہ ڪو ڪردار ڏيئي، ڪنهن کي راج ڪپور تہ ڪنهن کي پرٿوي راج ڪپور تہ ڪنهن کي ڪي. اين سنگهہ ٺاهي ۽ مان نرگس نهي ٿتل ٿتل ياد ٿيل ڊائلاگ ڏيئي اداڪاري ڪرائيندي هئس. ان فلم جو مشهور ڊائلاگ مونکي ياد ٿي



ويو هو (شريفون ڪي اؤلاد شريف هوتي هئہ. چور ڈاڪئون ڪي اؤلاد چور ڈاڪو هوتي هئہ) ۽ ڏاڍي اسٽائيل سان چوندي هئس. گهر جا ڀاتي ۽ سڀ ٻار خوب موڄ ماڻيندا هئا ۽ کلندا هئا. ان طرح ننڍي هوندي ئي اڻڄاڻيءَ ۾ ئي نرديشڪ ٿيڻ جو شونق موجود هو.

١٩٥٥ ۾ جڏهن آديپور ڪڇ آياسين. اتي هڪ ئي ٿيئٽر هوندو هو ''اُشا ٽاڪيز'' ان ٿيئٽر جي مزيدار ڳالهہ اها هوندي هئي تہ هر فلم جي پڇاڙي جي ڏينهن اڌ ٽڪيٽ ڪري ڇڏيندو هو. اسان ساهيڙين جو گروپ مارا ماري ڪري ان ڏينهن ئي پڪچر ڏسڻ ويندا هئاسين، ۽ ڪيتريون ئي پڪچرس ڏٺيون جيئن اُڙن کٽولا، ايڪ هي راستا، بندش، جهنگلي، جهنڪ جهنڪ پايل باجي، گنگا جمنا، دل ديکي ديکو، اڄان بہ گهٽن ئي فلمن ڏسڻ جو سلسلو هلندو رهيو. ان وقت بہ فلم جي ڪهاڻيءَ کان وڌيڪ ڊئريڪشن ڌيان سان ڏسندي هئس. فلمي مئگزن بہ جام پڙهندي هئس. انهن ڏينهن ۾ ستيجيت ري جي فلمن کي گهڻا ئي اَوارڊس ۽ تعريفون ملنديون هيون. انهن جي اثر منهنجي دل ۾ ستيجيت ري جهڙو فلم ڊائريڪٽر ٿيڻ جي اڇا جو روپ ورتو. تڏهن مان ١٥ سالن جي هئس. خيالن ۾ خوب پيئي پڪچرون ٺاهيندي هئس ۽ ڊائريڪٽ ڪندي هئس.

# ٨. اڳتي جي آس

اصل ۾ دنيا جو وڏي ۾ وڏو ڪلاڪار تہ ايشور ئي آهي. ان ۾ گهڻي شرڌا ۽ وشواس هو. پنهنجي ڏاڏايءَ سان نيم سان آديپور ٽيئون رام جي ٽڪاڻي ۾ ويندي هئس. سائين ليلا شاهہ، سائين روچلداس جهڙن سنتن جا درشن ۽ پروچن ٻڌڻ مليا. آتم شڪتيءَ جو ٻج گروءَ جي در تان پيو.

زندگي سدائين گلن جي سيج نہ آهي. جتي اگر گهڻي ساکہ وڌندي ويندي آهي تہ اڻسهائپ بہ اوترو ئي ٿيندي آهي. گلن سان گڏ ڪنڊا بہ اوترو ئي ٿيندا آهن. مونکي گلن سان گڏ ڪنڊا بہ لڳا. ۽ اُهي مون سنا. ”سهي سو لهي“ ڪنڊن مونکي زندگيءَ جي اصليت کان واقف ڪرايو. نتيجي ۾ مونکي مضبوط ارادن، نڊرتا، سچ جي راهہ تي هلڻ وارا گڻ ڏنا.

١٩٦٢ ۾ مون مئٽرڪ جو يعنيS.S.C جو امتحان ڏنو، پنهنجي پياري اسڪول ۽ اسڪول جي سنگين ساٿين کان پريل من سان هرڪنهن موڪلاڻي ورتي. تن ڏينهن ۾ آديپور ۽ گانڌيڌام ۾ ڪوبہ ڪاليج نہ هو. صرف چوڪرن جو آديپور ۾ سول انجنيئرنگہ جو اووَر سيئر ڪورس ڪرڻ جو ڪاليج هو.

آديپور يا گانڌيڌام ۾ مئٽڪر پاس ڪرڻ کان پوءِ هرڪنهن کي ٻين شهرن ۾ اڳتي جي پڙهائي ڪرڻ لاءِ وڃڻو پوندو هو. مونکي بہ دادا اڳتي جي پڙهائي لاءِ بامبي موڪلڻ وارا هئا. بامبي سينٽرل مراٺا مندر جي پرسان دادا جو سوٽ لوڪومل ٿانواڻي رهندو هو. هنن جي پريوار جو ۽ اسانجو پاڻ ۾ گهڻو پريم هو. مان اڳتي جي پڙهائي ڪرڻ لاءِ هنن جي گهر رهڻ واري هئس.



# ٩. منهنجي سکي سلڇڻي

منهنجي هڪ بلو رنگہ جي ڊائري هئي، جنهن ۾ مون پنهنجي دل پسند چوند ڪليڪشن لکي هئي. جو جڏهن بہ مان من کي ڪمزور سمجهندي هئس تہ ڊائري پڙهندي هئس. جڏهن بہ هيءَ ڊائري پڙهندي هئس تہ اندر ۾ ٻل اچي ويندو هو. هڪ سکيءَ وانگر هيءَ ڊائري منهنجي من کي شڪتي ڏيندي هئي. پيار سان مون ان ڊائريءَ جو نالو ”سلڇڻي“ رکيو هو.

’سلڇڻي‘ ۾ ٽئگور جي گيتانجليءَ جون چوند ڪويتائون، سچل ۽ ساميءَ جا سلوڪ، شاهہ جا ڪلام، غالب جا چوند شعر، ڪجهہ چرچا، مذاقي ٽوٽڪا، گايتري منتر اهڙا چوند موتي چوندي لکيا هئم. گايتري منتر جو پاٺ اسانکي اسڪول ۾ روز ڪرايو ويندو هو ۽ هاڻي هو منهنجي زندگيءَ جي روز جي پرارٿنا ۾ شامل هو.

ڪهاڻين جا ۽ ٻيا ڪتاب پڙهڻ جو بہ بيحد شونق هئم. سوامي وويڪانند ، پريم چند، شرت چندر، امرتا پريتم، گلشن نندا سيني جي لکيل ڪتابن جي مون وٽ ڪليڪشن هئي. جنهن جي لسٽ ڊائريءَ ۾ لکي هئم. امرتا پريتم ۽ گلشن نندا جا خط پڻ آيل هئا. منهنجي لکيل خطن جي جواب ۾ڊائريءَ جي پهرئين پني تي لکيون هئم پنهنجي زندگي جون اهم اڇائون ۽ مقصد . چئن SSSS جي روپ ۾.

پهرين S - ستيجيت ري جهڙي فلم ڊائريڪٽر ڪرڻ جي اِڇا.

ٻئين S ستارا ديوي جهڙي مهان ڪٿڪ ڪلاڪار جهڙو ٿيڻ.

تين S - 'س' سان گهر وسائڻ جي جيڪو معصوم عمر ۾ منهنجي دل
جي گهرائي ۾ سمائجي ويو هو.
چوٿين S- 'سنڌيت' ۽ پنهنجي منڙي سنڌي قوم جي شيوا
ڪرڻ ، ڪجهه ڪرڻ جي . هن چاهه جو ٻج تہ ننڍپڻ ۾ احمداباد ۾
ماڊرن اسڪول ۾ 'مان سنڌي آهيان' ۽ 'سنڌي لپيءَ جي ڄاڻ' وڌو.
۽ ان طرح مونکي منهنجي سڃاڻپ ڏني.

سنڌي قوم جي درد جي رشتي سان جوڙيو بابا جي ڳالهين ۽
ان رشتي کي مضبوطي ڏني آديپور ۾ رهندڙ سنڌيت جي شيداين
'دادا دکايل'، 'دادي ڪرشنا ڀمپاڻي'، 'دادا هري دلگير' اسان جا
پرنسيپل پرتاپ رامچنداڻي جن جي سايي ۾ مان وڏي ٿيس ۽
انهن جي سنسڪارن مونکي پنهنجي قوم جي شيوا ڪرڻ لاءِ
سڄاڳہ رکيو. ۽ ان طرح سنڌيت سان منهنجو رشتو مضبوط بڻيو.

آديپور سنڌين جو نئون شهر نهيو هو. ديش جا وڏا وڏا نيتا
سنڌين کي همٿائڻ لاءِ اتي ايندا هئا. انهن جي سواگت لاءِ چونڊيل
اسڪول جا والينٽئير هوندا هئا. جن ۾ مان بہ هميشه هوندي هئس.
نيتائن ۾ 'ونوبا ڀاوي' 'شري جواهرلال نهرو'، شري مورارجي ديسائي'
'اندرا گانڌي' ۽ ٻين ڪيترن نيتائن کي نزديڪ سان ڏسڻ ۽ انهن
سان ڳالهائڻ جو يادگار موقعو مليو. هي ڳالهيون زندگيءَ جي
خوبصورت يادگرين مان آهن. منهنجي ڊائري، سلڇڻي هميشه
مونسان ساڻ هوندي هئي. منهنجي زندگيءَ جي راه روشن ڪندي
رهندي هئي.



## ١٠. ستين آسمان تي

هاڻي مونکي انتظار هو مئٽرڪ جي نتيجي جو ۽ انتظار هو
زندگيءَ جي رنگين سفر جو ۽ ان سفر جي منزل هئي' سلڇڻيءَ' ۾
لکيل منهنجي چئن اڇائنSSSS جو پورو ٿيڻ .

بامبي سينٽرل تي چاچي لوڪرام جي ڌيئرن سان منهنجو
گهڻو پريم هو. هو گهڻائي ڀيرا آديپور گهمي ويون هيون. جو چاچيءَ
جي ننڍي ڀيڻ بہ گانڌيڌام رهندي هئي. چاچيءَ جا پيڪا، سنسار
سماچار جي مالڪ ٺاڪرداس اگناڻيءَ جو گهر اتي بامبي سينٽرل
تي چاچي جي پرسان هو.

مونکي بامبي گهمڻ جو ڏاڍو شوق هو. سو جيستائين مئٽرڪ
جو نتيجو اچي تيستائين دادا مونکي ۽ منهنجي ڀيڻ مايا کي
چاچيءَ جي ڀيڻ سان گڏ چاچي لوڪرام جي گهر موڪلي ڏنو.

اسين سوٽيون پاڻ ۾ ملي ڪري بيحد خوش ٿياسين.
بس شروع ٿي ويو گهمڻ ڦرڻ پڪچرون ڏسڻ، جو سلسلو
تاجمحل، گمراه ۽ رستم سهراب پڪچرون ۽ ٻيون ڪيتريون
پڪچرون ڏٺيوسين. آخر مئٽرڪ جي نتيجي جو ڏينهن بہ اچي
ويو جنهن جو بي صبريءَ سان انتظار هو.

چاچي لوڪرام منهنجي سوٽ کي چيو تہ دادا (ٺاڪرداس
اگناڻي) وٽ وڃي وڃيس تہ هندواسيءَ اخبار جي آفيس مان فون
ڪري نتيجو ٻڌائي. مان سوٽ سان دادا (ٺاڪرداس اگناڻي) جي
گهر وڃي رهي هئس. منهنجيءَ سوٽ مونکي چيو تون سامهون
وڃي گهر جي گهنٽي وڄاءِ. مان پنجن منٽن ۾ اچان ٿي.مون

جيئن ئي گھنٽي وڄائي تہ ڪنھن در کوليو. مان گھٻرائجي ڪجھہ قدم پٺيان هٽي ويس. ايتري ۾ منھنجي سؤٽ کلندي کلندي پٺيان اچي بيٺي در کولڻ وارا دادا پاڻ هئا. دادا جي ڏيگھہ عام ماڻھوءَ کان گھڻي وڏيڪ هئي. اچانڪ هيڏي وڏي ڏگ هي ماڻھوءَ کي ڏسي ڏڪي ويس. دادا مسڪرائي ڪري اندر اچڻ لاءِ چيو ۽ چيائون رام جي ڏيءَ لاج آهين نہ اچ اندر اچ. مون اچڻ جو سبب ٻڌايومان. هڪدم هندواسي پيپر جي آفيس ۾ فون ڪيائون ۽ واڌائي ڏيندي چيائون تہ هائر سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ٿي آهين. 58% مارڪون ڪنيون اٿيئي. منھنجي خوشيءَ جو پار نہ هو. دادا کان آسيس وٺي نچندي نچندي ستين آسمان تي چڙهندي پنھنجي ڪلپنا ۾ هوائي گھوڙا ٻڌندي گھر پھتس چاچي چاچيءَ واڌايون ڏنيون.

هٽ ۾ اچا مارڪشيٽ نہ هئم تڏهن بہ بيصبريءَ وچان پنھنجي سؤٽ سان گڏجي باندرا ۾ پنھنجي سپنن جو نئشنل ڪاليج ڏسڻ ويس. ڪاليج جي ڪمپائونڊ ۾ ئي آديپور جي اسڪول جا ملڪاڻي سر ڏاڍيءَ سڪ ۽ پيار سان مليا. جيڪي هاڻي هن ڪاليج ۾ پروفيسر هئا. چيومان ڪاليج ڏسڻ ۽ داخلا جي جاچ ڪرڻ آئي آهيان. جڏهن دادا مارڪشيٽ موڪليندا تہ وري اچي ڪاليج ۾ فارم پريندس. سر کلي چيو تہ ڪاليج کلي تہ هلي اچجانءِ اچي Join ڪجانءِ. پاڻيھي پوءِ فارملٽي پئي ڪبي. مونکي ٻيو ڇا کپندو هو. هيڏو وڏو ڪم پاڻھي ٿي ويو. خوشيءَ جي حد نہ هئي. سؤٽ سان سڄو ڪاليج گھمي آيس. سائينءَ جا لک شڪرانا مڃيندي گھر آياسين.

گھر اچي سلڇڻي ڊائري کولي پنھنجين سونھري ڇئن اکائن SSSS کي پرپور نظرن سان ڏٺم ۽ ڊائريءَ ۾ لکيم ”اڄ نئشنل ڪاليج ۾ داخلا ملي ويئي“. پنھنجي سپنن جي مقصد ڏانھن پھريون قدم وڌايم-- لاجو ۽ ڊائريءَ بند ڪري بيحد خوشيءَ مان چيو مانس ۽ ڇاتيءَ سان لڳائي سپنن جي دنيا ۾ هلي ويس.



# ١١. زندگيءَ سان ملاقات

رات جو چاچي آديپور فون لڳائي ڏنو، دادا سان ڳالھائڻ وقت ائين پئي لڳو تہ سڄي سنسار جي خوشي مون ۾ سمائجي ويئي آهي. پرپور خوشيءَ جي آواز ۽ هڪ ساهہ ۾ دادا کي چيم ”دادا مان پاس ٿي ويس ۽ خبر اٿو مونکي نئشنل ڪاليج ۾ داخلا بہ ملي ويئي ۽ جاڻ ڪاليج کليو. مونکي جلدي آديپور اچڻو آهي جيئن جلدي بامبي واپس اچي ٽائيم تي ڪاليج وڃي سگھان“. دادا پاس ٿيڻ جون واڌايون ۽ بليسنگ ڏنيون پر ڪاليج جي داخلا جو ڪجھہ بہ ريئڪشن نہ ڏيندي چيائون لوڪوءَ (چاچي) کي فون ڏي. ڪجھہ سمجھائڻو آهي. مون چاچي ڏانھن سوالي نظرن سان ڏسندي فون ڏنومانس.

چاچي جيڪا خبر مونکي ڏني مان شاڪ ٿي ويس. لڳو سنسار جا سپنا چور چور ٿي ويا. سڀ ڪجھہ ختم ٿي ويو. بي مقصد ٿي ويو. الائي ڇا ڇا سوچڻ لڳس. سرير مان سڄي طاقت ۽ خوشي لڳو ڪنھن بي رحميءَ سان ڇڪي مونکي ساڻو ڪري ڇڏيو آهي. ستين آسمان تان لاهي فرش تي ڦٽي ڪري ڇڏيو.

فون رکي چاچي چيو تہ دادا ڪاليج جي نوڪري ڇڏي آهي ۽ سڄو ڪٽنب جلد ئي هميشه آديپور ڇڏي بمبئيءَ سيٽل ٿيڻ اچي رهيو آهي. هتي اچي دادا نئين سر نوڪري ڳولھڻ وارا هئا ۽ مونکي بہ هتي بامبي ۾ نوڪري ڪرڻ لاءِ چيو هئائون ۽ ان لاءِ آديپور مان ئي پنھنجي سؤٽ پارپتيءَ جي گھوٽ پائو خوشالاڻي، جيڪو جيمس انجنيرنگ ڪمپنيءَ جو مالڪ هو، اُن سان ڳالھايو هئائون ۽ مونکي وڃي نوڪريءَ تي چڙهڻو هو.

تيو هيئن هو. جنهن ڪاليج ۾ دادا ڪم ڪندا هئا اهو
هاڻي ٻن سالن جي اوور سيئر ڪورس مان بدلجي پنجن سالن جي
ڊگري ڪورس ۾ بدلي ڪرڻ وارا هئا. جو تولاڻي گروپ وارن ڪاليج
کي ٽيڪ اوور ڪيو هو. تنهن ڪري ڊگري ڪاليج لاءِ هائلي ڪوالفائيڊ
اسٽاف رکڻو هئن ان ڪري ڪاليج جي جهوني اسٽاف کي ڪنهن
نندي پوسٽ تي ڪم ڪرڻو هو يا پلي نوڪري ڇڏڻ جو نوٽيس ڏيڻو
هو، سو دادا نوڪري ڇڏڻ بهتر سمجهيو ۽ استعيفا ڏيئي ڪٽنب
سوڌو بمبئيءَ اچڻا هئا.

’هاءِ ري دادا جي قسمت! جنهن ڪاليج کي نون سالن کان
هڪ ٻار وانگر ڏينهن رات هڪ ڪري سڄي ڪڇ جي سپنن جو
ڪاليج بڻائڻ ۾ ڪا قصر نه ڇڏي هئائون انهيءَ ڪاليج وڏڻ کان
پوءِ سندن ۽ سندن ٻارن جي سپنن کي بي رحميءَ سان چور چور
ڪري ڇڏيو.



# ١٢. حقيقت جي دُنيا ڏانهن قدم

چاچي لوڪرام جي آفيس فلورا فائونٽين تي جيمس
انجنيرنگ جي پرسان هئي سو چيائين سڀاڻي صبوح جو مونسان
نڪرجانئن، توکي پاڻوءَ وٽ آفيس ۾ ڇڏيندو پوءِ شام جو ونندو
ايندو سانئن.

رستا ۽ بسيون سمجهائي ڇڏيندو سانئن پوءِ پاڻيهي اچي
وڃي سگهندين. چاچو سادي نموني چئي وڃي آرامي ٿيو.

مونکي ائين پيو لڳي ته مونکي ڪنهن اٿاه سمنڊ ۾ ڦٽو
ڪري ڇڏيو آهي. منهنجو ساهه مُنجهي رهيو آهي. آس پاس ڪير
ڪونهيءَ مان پاڻ کي بچائڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهي آهيان، هيڏي
وڏي بمبئيءَ شهر ۾ مونکي اڪيلو سفر ڪري آفيس وڃڻو هو. اهو
خيال ڪندي ئي منهنجا هٿ پير ساٽا ٿي ويا هئا. جتي وينئي
هئس اتي ئي ويهجي ويس. الائي گهڻي دير کان پوءِ منهنجي
نندي ڀيڻ مايا جي آواز سان ڇرڪ ڀري سندس شڪل ۾ نهارڻ
لڳس. هن معاصوميت سان پڇيو، ”ڇا ٿيو آهي لاجو، تون ايڏي
چپ چو آهين؟“ سمجهه ۾ نه پيو اچي ته مايا کي ڇا چوان، وڌيڪ
ڳالهائڻ ۽ سمجهائڻ جي به طاقت نه هئي.

”ڪجهه نه“ ننڍو جواب ڏيئي سمهڻ لاءِ بستري تي وڃي
ليٽيس پر ننڊ نه پئي اچي. من اندر روئي رهيو هو، دل پئي ٿئي
ته جيڪر هن رات جو صبح ئي نه ٿئي. ڪير به ته نه هو جنهن سان
حال اوريان.

اٿي بتي ٻاري سلڇڻي هٿ ۾ ڪٽي پنا پلٽايم، چئن SSSS

ڪي اداس ۽ سوالي نظر سان ڏنم پوءِ هٿ ۾ پين کنئي ۽ پريل من سان ڪٿڻ لڳس. ”نئشنل ڪاليج ۾ داخلا ملي مقصد ڏانهن پهريون قدم“ لاجو-

پر هٿ رڪجي ويو. نہ ڪٿي سگهيس. شايد اڃان اُميد باقي هئم، ٿوري دير ڊائري جا پنا پلٽائي ڊائري بند ڪري رکي ڇڏيم. پلٿي ماري اکيون بند ڪري من ۾ گايتري منتر جو پاٺ ڪرڻ لڳس. اندر کي ٻل ملندو ويو ۽ مليو صحيح سوچ جو رستو.

سوچ جو رُخ پاڻ تان هٽائي ڪٿنب ڏانهن ڪيم معصوم ست پڙهندڙ پائر، پينر، ممي دادا جا اداس چهرا، سڄي ڪٿنب کي نئين سر سان وري وسڻ جي دک ۽ دکن جا نظارا. جيڪي نندپڻ کان ڏسندي ۽ سهندي آئي هئس. اکين اڳيان هڪ هڪ ڪري اچڻ لڳا ۽ ڏيارڻ لڳا مونکي پنهنجي مٿان آيل جوابداريءَ جو احساس جو اڄ جي حالتن ۾ مونکي پنهنجي دادا سان ٻانهن ٻيلي ٿي خوشيءَ سان نڀائڻو هو.

هن هڪ رات ۾ ئي منهنجي پنهنجو پاڻ سان، پنهنجي انتر آتما سان پڪي دوستي ٿي ويئي. هاڻي مونکي ائين نہ پيو لڳي تہ مان اڪيلي آهيان.

صبح جو هڪ سترهين سالن جي سپنن جي دنيا ۾ رهندڙ کل کل ڪندڙ ”لاجو“ بدلجي هڪ سترهن سالن جي حقيقت ۾ رهندڙ سمجهدار ”لاجو“ ٿي چڪي هئي. منهنجي کل کل هڪ گنڀير مرڪ جو روپ وٺي چڪي هئي. صبح جو سٺي نموني تيار ٿي گروءَ جي فوٽي اڳيان ٻيهي من ۾ دادا ممي‌ءَ کي ۽ پوءِ گرو بابا کي پرڻام ڪيم ۽ دروازي کان ٻاهر نڪري ڏاڪڻيون لهندي ڪلپنا سان سلڇڻيءَ جي پنن تي لکيم پنهنجي فرض جي راهہ ۾ پهريون قدم“ ---لاجو ۽ تڪڙيون ڏاڪڻيون لهي هيٺ بيٺل چاچي سان آفيس لاءِ رواني ٿيس ۽ ان طرح سپنن جي دنيا کان نڪري مون شروع ڪيو حقيقت جي دنيا جو سفر --- بلڪل اڪيلو صرف آتم شڪتيءَ جي ٻل سان ----.



# ۱۲. نئون آزمودو

فلورا فائونٽين جي پرسان عاليشان آفيس جيمس انجنيرنگ ڪمپنيءَ ۾ پهتس ۽ چاچي لوڪرام اندر وينل پائو خوشالاڻيءَ کي پنهنجي اچڻ جي چٺي موڪلي. جلد ئي پائوءَ جي ڪئبن ۾ هئاسين. هڪ شاهي وڏي ٽيبل، ٽيبل جي پٺيان وڏي ڪرسيءَ تي شاندار پرسنلٽيءَ وارا پائو وينا هئا. ڪئبن جي هڪ پاسي هندستان جو وڏو نقشو ٽنگيل هو جنهن جي وڏن شهرن مٿان ڳاڙهن اکرن ۾ گول پاتل هو ۽ لکيل هئو جيمس ۽ هيٺان لکيل هو اسانجون شاخائون ان مان خبر پئي تہ ڪيڏي وڏي ڪمپني آهي.

پائوءَ مونڏي نهاريو. نالو پڇيائين ۽ پني تي هڪ نوٽ لکي ڇپائون وچي جسيءَ کي ڏي (جسي پائوءَ جي وڏي ڌيءَ هئي. جيڪا بش ريڊيو (Radio Bush) وارن مولچنداڻين ۾ پرڻيل هئي.) اها ڪمپنيءَ جو سڄو اڪائونٽس ڊپارٽمينٽ سنڀاليندي هئي. چٺي ڪٽي جسيءَ وٽ ويس. هن پيار سان ڪجهہ پڇيو ۽ پوءِ اڪائونٽس ڊپارٽمينٽ ۾ وينل سٽاف سان منهنجي سڃاڻپ ڪرائي. سڄو سٽاف سنڌي هو. من جي گهٻراهٽ دور ٿي. مونکي منهنجي جڳهہ تي وهاري ڪجهہ ڪم ڏيئي هلي ويئي ۽ ان طرح ٿي منهنجي نئين زندگيءَ جي شروعات. آهستي آهستي رستن کان ۽ آفيس جي ماحول کان واقف ٿيندي ويس. منهنجي ڪم مان جسي گهڻو خوش هئي. مونکي اپائنٽمينٽ ليٽر بہ مليو جنهن ۾ مون کي بہ سو رپيا پگهار ۽ ڇهن مهنن کان پوءِ پگهار وڌائڻ جو واعدو لکيل هو.

ماں ڪنھن سان بہ گھٽ و رلندي ملندي ڪونہ ھئس پنھنجي
ڪم سان ڪم سلڇڻيءَ سان روح رھاڻ ڪرڻ جو وقت ئي نہ ملندو
ھو پر اندر جي تار پنھنجي مقصد سان جڙيل ھئي.

جھانگير آرٽ گئلري جتي ديش جي وڏن وڏن ڪلاڪارن
جون پينٽنگس جون نمائشون لڳنديون ھيون، آفيس جي پرسان
ھئي. سو لنچ ٽائيم ۾ اتي ھلي ويندي ھئس ۽ ڪلاڪارن جون
پينٽنگس ڏسي من کي آنند ايندو ھو. ڪلا منھنجي پوڄا ھئي ان
جي نزديڪ ئي منھنجي دل جي خوشي ھئي. پھرئين ماڙي تي
اسان جي ديش جي مھان ڪلاڪار ايم.ايف حسين جي پينٽينگ
جو سٽوڊيو ھو. ھو اتي ھميشه ڪا نہ ڪا پينٽينگ ٺاھيندو رھندو
ھو. ماں ان جي اسٽوڊيو ۾ وڃي اسٽول تي ويھي ڌيان سان ھن کي
پينٽينگ ڪندو ڏسندي ھئس. ھو منھنجي شونق جو قدر ڪندو
ھو. ڪڏھن ڪڏھن ڪانچ جي ننڍي گلاس ۾ چانھہ بہ پياريندو ھو.
اُن وقت مونکي ھن جي باري ۾ ڪجھہ خبر نہ ھئي. منھنجي لاءِ
ھو صرف ھڪ ڪلاڪار ھو. ھن ئي مونکي ٻڌايو تہ ٿوري پنڌ تي ئي
جي جي اسڪول آف آرٽس جو ڪاليج آھي ۽ ڊرائنگ ۽ پينٽينگ ۾
ھاير ڪورس ڪرڻ جا شام جا بہ ڪلاس ٿيندا آھن. جيڪي آفيس
ڇٽڻ کان پوءِ ماں Join ڪري سگھان ٿي. اھو ٻڌي مونکي خوشي
ٿي. پاڻ سان واعدو ڪيم تہ اھو ڪلاس ماں ضرور Join ڪندس.

پر پھريون مونکي انتظار ھو پنھنجي ڪٽنب جي
بمبئيءَ اچڻ جو ۽ بيحد چنتا ھئي ھنن جي اچي ھيڏي وڏي
شھر ۾ وسڻ جو.



## ۱۴. نئون موڙ

آخر سڄو ڪٽنب ھميشه لاءِ آديپور ڇڏي اُلھاسنگر ڪئمپ
نمبر چوٿين ۾ سيڪشن نمبر ٽيھہ ۾ پاڙي تي گھر وٺي اچي
ٽڪاڻو ٿيو. ماں اتان آفيس ويندي ھئس ۽ دادا نڪرندا
ھئا ھن عمر ۾ نوڪريءَ جي تلاش ۾ پنھنجي ڊگرين جي
سرٽيفڪيٽن ۽ ٽائيمس آف انڊيا اخبارن ماں ڳولھيل نوڪريءَ
لاءِ درخواستون ڪٽي ۽ پاڻ سان کڻندا ھئا آديپور ماں آندل ٽُٽل
دل ۽ ٽڏو اُتساھ چو جو پنھنجي زندگيءَ جي سڄي طاقت ۽
جوش تہ ھنن ڪاليج ۾ ئي لڳائي ڇڏيو ھو، جتي ھو آديپور ۾
نوڪري ڪندا ھئا. گھڻي ڪوشش ڪرڻ کان پوءِ بہ نوڪري نہ
ملين. سون ۾ درخواستون موڪليائون ڪيترين آفيسن ۾ وڃي
انٽرويو ڏنائون پر ڪجھہ نہ ٿيو .

ٿورا گھڻا آندل پئسا ختم ٿيڻ لڳا. ڏھن ڀاتين ۾ منھنجي
بہ سؤ رپيا پگھار ڪٿان پوري پوي. تن ڏينھن جي حساب سان
ھيترن ڀاتين جو خرچ گھر جو ڀاڙو، منھنجي اچڻ وڃڻ جو خرچ
ملائي ڪري گھٽ ۾ گھٽ اٺ سؤ رپيا تہ کپندا ئي ھئا.

آخر دادا پنھنجو ڌنڌو شروع ڪرڻ جو ويچار ڪيو. اليڪٽرڪ
انجينئر تہ ھئا، سو ان لائين جو ئي سوچي اليڪٽرڪ ھيٽنگ
ايليمينٽس جي مئنيو فئڪچرنگ ڪرڻ جو فيصلو ورتائون. جيڪو
تمام گھٽ لاڳت سان شروع ٿي سگھي پيو ۽ اليڪٽرڪ مارڪيٽ
سروي ڪرڻ کان پوءِ ڪم شروع ڪري ڇڏيائون.

گھر ۾ ئي آسي پاسي کان ڪجھہ ڇوڪرا، ڇوڪريون ،

مايون ڪم تي رکيايون ۽ سني ڪوالٽيءَ جو مال ٺاهڻ ۾ ڪامياب ويا. مال سپلاءِ ڪرڻ لاءِ ريٽيل دڪانن تي ۽ هول سيل دڪانن ۾ لوهارچال ۾ پاڻ ويندا هئا ۽ سيلس مئن پڻ رکيو هئائون. پر پروسي وارو ڪوبہ ماڻهو نہ ملين. ڪچو مال وٺي اچڻ لاءِ ماڻهن کي پئسا ڏيندا هئا تہ اهي پئسا کڻي ڀڄي ويندا هئا. هوڏانهن مال وکڻڻ لاءِ سيلس مين مارڪيٽ مان مليل پئسن ۾ بي ايماني ڪندا هئا يا اهي بہ پئسا کڻي ڀڄي ويندا هئا. دادا منجهي ويا آرڊر جو مال ٺاهڻ، ڪچو مال وٺي اچڻ وري ڏيئي اچڻ گهڻو مشڪل ٿي وين. آخر هڪ ڏينهن مونکي ۽ مايا کي سڏي فيصلو ٻڌايائون تہ هاڻي مونکان ڪجهہ بہ نہ ٿيندو. مونکي مارڪيٽ ۾ وڃڻ جي طاقت نہ رهي آهي. جيترو ٿي سگهندو مان ڪارخاني ۾ مال ٺهرائڻ ۾ مدد ڪندس.

گهر جون حالتون منهنجي سامهون هيون. ڀائرن ۾ وڏو ڀاءُ ديپڪ اڃا ٻارهن سالن جو هو. مون نوڪري ڇڏي وڏيڪ نہ سوچيو ۽ نندي ڀيڻ مايا جيڪا سورهن سالن جي مس هئي، اُن سان گڏ مردن وانگر مارڪيٽ وڃڻ لاءِ خوشيءَ سان تيار ٿيس.

مان رهندڙ تہ هن سماج جي ئي هئس. هن سماج جي حدن جي بہ مونکي پوري ڄاڻ هئي. سو بہ سنڌين جي شهر الهاسنگر ۾ پنهنجي سماج جي قائدي کان ٻاهر وڃڻ جو مطلب مونکي خبر هو تہ جيڪڏهن مون بزنيس ڪرڻ چالو ڪيو تہ مونکي ماڻهن جي، مائٽن جي ڪيتري نہ بيعزتي نفرت ۽ بدنامي سهڻي پوندي ۽ تنهن کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترا رشتا مونکان ڇڏجي ويندا.

پر ان کان وڌيڪ مونکي اها خبر هئي تہ جي هن مهني مون پنهنجي گهر جو ڇئن مهنن جو رهيل ڀاڙو نہ ڏنو تہ سامان سوڌا سڀ گهر کان ٻاهر هونداسين. بتيءَ جو بہ نوٽيس آيل هو. ٻارن جي اسڪول جو خرچ، گهر جو خرچ، ڪارخاني ۾ ڪچي مال



آڻڻ جو خرچ، ڪارخاني جي ماڻهن جون پگهارون ان سڀ لاءِ مونکي مڙسي ڪرڻي هئي ۽ سيلس مئن واري بئگہ جنهن ۾ اليڪٽرڪ ايليمينٽس جا سئمپل، مال جي قيمت جي لسٽ ۽ آرڊر بڪ ڪڍڻو هو، ۽ مون خوشيءَ سان کنيو.

مايا ۽ مان ٻئي هولسيل ۽ ريٽيل آرڊر وٺي ايندا هئاسين ۽ مال سپلاءِ ڪندا هئاسين. سڄي اليڪٽرڪ مارڪيٽ ريٽيل ۽ هولسيل ۾ هيءَ هڪ سنسنيخيز خبر هئي تہ ٻہ ڇوڪريون مارڪيٽ ۾ بزنيس ڪرڻ آيون آهن

اتهاس شاهد آهي تہ جڏهن بہ ڪنهن ڪجهہ بہ نئون ڪرڻ لاءِ پهريون قدم کنيو. ان گهڻو ڪجهہ سنو ان تي ظلم ٿيا، پر پوءِ پاڻيهي سماج انهيءَ ڳالهہ کي وڌيڪ اپنايو.

مونسان بہ ائين ٿيو. تمام گهڻي مخالفت ٿي. مٽن مائٽن بلڪل بائڪاٽ ڪري ڇڏيو، حال اورڻ بدران دل دکائيندڙ خط لکيا. تنهن کان سواءِ گهڻي مخالفت ساڳي لائين وارن جي ٿي ڇو تہ اسان جي سني ڪوالٽي مال اڳيان هنن جي مال جي ڊمانڊ گهٽ ٿيڻ لڳي جنهن کان جيترو ٿي سگهيو ڪيائون. گونڊا موڪلڻ، پوليس کي ڪوڙيون رپورٽون ڏيئي ڀريءَ بازار ۾ رستن تي ماڻهن جي سامهون سئمپلن جي بئگہ ڪولارايائون، ڪوڙيون خبرون اليڪٽرڪ مارڪيٽ ۾ ڦهلائي مونکي بدنام ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون. ڪيترا ڀيرا تہ مال جا آرڊر بہ ڪئنسل ڪرايائون.

هڪ ڀيري الهاسنگر جي ڪجهہ سنڌي سماج سيوڪن پاڻ ۾ ميٽنگہ ڪوٺائي مونکي پنچايت جي آفيس ۾ سڏايو. وڃڻ سان ڏٺم گهڻائي ڄڻا ڪرسين تي ويٺا هئا. وچ ۾ هڪ روبدار پرسنلٽيءَ وارو مربي ويٺو هو ۽ پاسي کان ميمبر جنجي ڇهري تان لڳي پيو تہ اندر ۾ پاڻ سان بارود جو ڍير کڻي آيا هئا، ويٺا هئا. مونکي اهڙن حالتن کي منهن ڏيڻ جي عادت پوندي پئي ويئي. بلڪل شانت ۽ بي ڊپي

هئس. سامهون رکيل هڪ ڪرسي ڪڍي وينس.

وڏيري (پوءِ خبر پئي تہ ميونسپل ايڪس ڪارپوريٽر هو) چيو،” ڇوڪري توکي شرم نٿو اچي، هيئن بئگہ ڪڍي در تي ڇڏي وڃين، سنڌين جو نالو ٻوڙي ڇڏيو اٿيئي، بند ڪر اهو سڀ.“ پاسي ۾ ٻين وينل ميمبرن بہ ڪجھ نہ ڪجھ ڳالهائي پنهنجو هيانءُ ٺنڊو ڪيو. جڏهن چُپ ٿيا تہ هاڻي منهنجو وارو آيو ڳالهائڻ جو.

فضليت سان چيومانس ڀائو، شرم اچڻ جهڙو ڪم ڪندي هجان تہ ضرور شرم اچيم. ٻيو ڪو چارهو نہ هوندي پنهنجي ذهن ڄڻن جي ڪتنب جي جوابداري نڀائڻ لاءِ هڪ پُٽ وانگر هٿ ۾ هيءُ وزندار سئمپلن جو بئگہ ڪڍي ڪتنب کي سنڀالڻ ۾ مونکي ڪوبہ شرم محسوس نٿو ٿئي. چاهيان تہ سولائيءَ سان پنهنجا ڏکہ دور ڪري سگهان ٿي. پر جنهن سنڌين جو توهان واسطو ڏنو آهي ان جي مان بہ سچي ڏيءَ آهيان ۽ پنهنجي قوم جي سنسڪارن هيٺ مان هي سچ جو سودو ڪري رهي آهيان. ائين چئي مون پنهنجا ٻئي هٿ اڳيان ڪيا جن ۾ ڇالا ۽ ڳنڍيون پيل هيون جيڪي سئمپلن جي وزندار بئگہ کڻڻ سان هٿن ۾ پوندا رهندا هئا.

سڄي ماحول ۾ سڀ خاموش ٿي ويا ۽ پوءِ مان اتان اٿي ٻاهر وڃڻ لڳس. وڏيري سڏ ڪيو ۽ چيائين پٽ تون ڪابہ چنتا نہ ڪر، اسان سڀ توسان گڏ آهيون. مان تو واري سيڪشن ۾ هيٺ ترائيءَ ۾ رهندو آهيان. ڪجھ بہ ڪم هجيئي تہ چئجانئن. پاڻ کي اڪيلو نہ سمجهجائن.

مان مرڪي مهرباني چئي هلي ويس.



# ١٥. هڪ ’S‘ جو سفر پورو

١٩٦٣ ۾ مئٽرڪ جو امتحان ڏيئي جڏهن آديپور مان بمبئي گهمڻ آيس تہ پڳوان منهنجي لاءِ ڪجھ الڳہ ئي سوچي رکيو هو. منهنجي زندگيءَ جو رُخ ئي بدلي ڇڏيائين. بمبئي اچي ننڍيءَ عمر ۾ پريوار جي ذميواري نڀائيندي گهڻو ڪجھ ڇڏجي ويو. زندگيءَ جو رنگين دؤر جنهن ۾ گهڻو ڪجھ ڪرڻ جا سپنا، جنون ۽ رنگہ برنگي زندگي جيئڻ جو جوش هوندو آهي، سڀ ڇڏجي ويا. پر مونکي ڪنهن بہ ڳالھ جو ارمان نہ هو صرف آديپور ۾ ڇڏي آيل سنگي ساٿي جن سان دل جو رشتو جڙيل هو ڏاڍا ياد ايندا هئا. جڏهن بہ وقت ملندو هو اُهو وقت مان پاڻ سان گذارڻ پسند ڪندي هئس. هٿ ۾ سلڇڻي ڊائري کولي ڪلپنا ۾ پنهنجن ڇئن اچائن SSSS سان گڏ جيئندي رهندي هئس!

پاڻ کي ڪڏهن پهرئينءَ S ستارا ديويءَ جهڙي مهان ڪٿڪ ڪلاڪار جي روپ ۾ ڏسندي هئس تہ ڪڏهن ٻين S ستيہ جيت ري جهڙي وڏي فلم ڊائريڪٽر جي روپ ۾ ڏسندي هئس. تہ ڪڏهن‌ٽين S پاڻ کي سنڌيت جي شيوا ۾ مشغول ڏسندي هئس.

رات جو سمهڻ مهل اکيون بند ڪري چوٿين S پنهنجي پيار سان گڏ پنهنجي دل جي ان ڪنڊ ۾ وڃي وهندي هئس. جيڪا هن جي يادين سان آباد هئي. ۽ پنهنجو حال اوريندي رهندي هئس. هن سان منهنجو ڪچيءَ عمر جو پيار هو، پر چوندا آهن هن عمر جي پيار جي لڳل آگ کي سڄي دنيا جا درياه گڏ ٿي بہ نہ وسائي سگهندا آهن، هن معصوم عمر جي پيار جي تپش جو اثر

سڄي عمر دل تي رهندو آهي.

منهنجا حالات بدلجي چڪا هئا. منهنجي مٿان پريوار جي ذميواري هئي ۽ هو بہ پنهنجي پريوار سان ٻڌل هو. وقت پنهنجو فيصلو ٻڌائي ڇڏيو هو، تہ هاڻي اسانجا رستا هن ٻن سڏين ريڪائن وانگر هئا. جيڪي پاڻ ۾ ڪڏهن بہ نہ ملنديون آهن. ”پر“ تڏهن بہ مونکي هن جو انتظار هو.

هن جي گهري پيار جي طاقت منهنجي دل جي ماصوميت ۾ ڪوملتا قائم رکي هئي. زندگيءَ جي سخت دؤر ۾ منهنجي لاءِ اهو وڏو سهارو هو. اڄان بہ ان جي ياد منهنجي اُداس من جي خوشي هئي. هن جا خيال منهنجي زندگيءَ ۾ رنگہ پريندا رهندا هئا.

منهنجي صرف اهائي چاهنا هئي تہ هن جي دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾ مان ۽ وسيل هجان هو مونکي ڪڏهن نہ وساري. منهنجي حالتن کي سمجهي بس منهنجي لاءِ اهو ئي گهڻو ڪجهہ هو.

١٩٧٠ منهنجي پياري ڏاڏيءَ جي گذرڻ تي آديپور وڃڻ ٿيو. هيڏن سالن کان پوءِ مان هن شهر ۾ هئس هي شهر منهنجي دل جي ڌڙڪن هو ۽ هتي مان ننڍي کان وڏي ٿي هئس ۽ منهنجي دل جي ڌڙڪن ان خيال کان ئي وڌي پيئي ويئي تہ هتي هو بہ هو. ملڻ جو خيال نہ ڪيم (چاڪاڻ مونکي خبر پئجي چڪي هئي تہ هن جي شادي ٿي چڪي آهي.)

هڪ ڏينهن مان روم ۾ ويٺي هئس. گهر جو مين دروازو ڊرائنگہ روم ۾ هو. گهنٽي وڳي در کولي چاچيءِ اتان ئي سڏيو، ’ لاجو توسان ڪير گڏجڻ آيا اٿئي.‘ مان هال ۾ ويس تہ ڇا ڏسان، تہ هو مونسان ملڻ آيو آهي. اوچتو هن کي سامهون ڏسي منهنجون حيرانيءَ ۾ خوشيءَ سان اکيون پرجي آيون. پر ڳوڙها روڪي ڇڏيم. منهن



مان آواز ئي نہ پيو نڪري. پر جلدي ئي پاڻ کي قابو پائي سوفا تي وهڻ لاءِ چيو مانس. سندس سان گڏ آيل پنهنجي زال سان واقفيت ڪرائي. تڏهن منهنجو ڌيان هن جي زال ڏانهن ويو. ڏٺم تمام سهڻي ڪلمکہ ۽ ملنسار پيئي لڳي.

هن چيو مونکي رات ئي خبر پيئي تہ تون آئي آهين. اسان ٻنهي آفيس مان موڪل ورتي آهي. توکي وٺڻ آيا آهيون اُٿ هل جلدي ڪر تيار ٿيءُ------- ساڳيو انداز------- اُهو ئي مونسان حجت سان ڳالهائڻ--- اُها ئي پنهنجائپ ڪجهہ بہ تہ نہ بدليو هو هن ۾ منهنجي لاءِ اندر ۾ راحت محسوس ڪيم.

هن جي گهر پهتاسين ڪاڏو ڪائي خوب ڳالهيون ڪيون‌سين. اسڪول جون مستيون ڪلاس جي ساٿين جو احوال تہ ڪير ڪٿي آهي ماسترن جون ڳالهيون جڻ ائين پئي لڳو تہ ٻالپڻ واپس اچي ويو آهي. خوب دل کولي کليوسين. هن جي زال بہ اسان سان ڳالهين ۾ شامل هئي. ڪنهن ڳالهہ تي مستيءَ سان چيائين تہ خبر اٿئي لاجو هن تنهنجون ۽ اسڪول جي ڏينهن جون ڳالهيون مون سان ايتريون ۽ ايترا پيرا ڪيون آهن جو لڳي ٿو تہ مان بہ توهان سان ان وقت گڏ ئي هئس. ۽ توهان سيني کي سڃاڻان. هڪ هڪ ڳالهہ بر زباني ياد پئجي ويئي اٿم. اهو چئي زور زور سان کلڻ لڳي. مان هن جو سندر ۽ سباجهو چهرو ڏسي سوچي رهي هئس تہ ڪيتري نہ صاف دل ۽ نيڪ آهي هيءَ. پاڻ کي چيم مونکي بہ تون ڪٿي ئي پرائي لڳي آهين تنهنجي هڪ ڏينهن جي ڏنل سک ۽ حُب ڪارڻ تون منهنجي دل ۾ وسي ويئي آهين. جڻ ڪا منهنجي سڳي آهين. لڳي ٿو مان تہ توکي سالن کان سڃاڻان.

هن جو مونسان ملڻ اچڻ حجت سان گهر وٺي هلڻ، پنهنجي زال سان‌هميشه منهنجون ڳالهيون ڪرڻ ٻنهي جي هيتري پنهنجائپ سان خاطرداري ڪرڻ، مونکي احساس ڏياريو تہ هن بہ

مونکي ڪونہ وساريو آهي. اڃان بہ دل جي ڪنڊ ۾ منهنجي ياد کي محفوظ رکيو اٿائين. بس منهنجي چاهہ بہ اها ئي ۽ ايتري هئي. شام ٿي وئي چئي مونکي منهنجي گهر تائين پهچائڻ لاءِ آيا. اُنهن کان موڪلائي گهر جي اندر داخل ٿيس. ڪلپنا ۾ 'سلڇڻيءَ' جا پنا کوليا جتي چار SSSS لکيل هيون. هڪ S تي من ترپت محسوس ڪري رائيٽ پاتم. ۽ لکيم هن S جي اڳيا جو سفر اڄ هتي پورو ٿيو. ٻنهي کي دل سان آسيس ۽ شڀ ڪامنائون ڏنم.

مٺي نهاري سائينءَ کي سلام ڪيم، جنهن اسان کي الائي چو ملايو ۽ الائي چو الڳ ڪيو هو. مان هن کان جواب نہ پڇندي آهيان. هو پنهنجي رزا تي راضي رهڻ سيکاريندو پيو وڃي. مان پاڻ کي سمجهايو تہ هاڻي هن جي زندگيءَ تي ٻئي ڪنهن جو اڌڪار ٿي چڪو آهي.

۽ پوءِ هن جي يادين کي پنهنجي من جي اندر ٺهيل ڪنڊ جنهن ۾ هو هميشه آباد آهي، هڪ مون سائينءَ جي ياد ۾ ملائي هڪ ڪري ڇڏيو.



# ١٦. ڪاميابيءَ ڏانهن قدم

ماڻهن جي ڏنل تڪليفن سان ڏينهون ڏينهن منهنجا ارادا مضبوط ٿيندا پيا وڃن. منهنجا قدم اڳتي ۽ وڌيڪ اڳتي هلندا پيا وڃن.

مون پنهنجي ڪمپني فارم ڪئي جنهن جو نالو رکيم 'لاجما' (لاجو ۽ مايا) ۽ پنهنجي فئڪٽريءَ ۾ ٺهندڙ شين جو برئنڊ جنهن جو نالو پنهنجن چئن پائرن جي نالي جو پهريون اکر هئو Dids (ديپڪ، اندر، دليپ ۽ سريش) رکيم. سٺو مال ٺاهڻ جي ڪري ڏينهون پوءِ مال جي گهرج وڌندي وئي ۽ مال ٻاهرين ملڪن ۾ پڻ وڃڻ لڳو.

الهاس نگر مان شفٽ ٿي انڌيري ايسٽ ۾ چئن ڪمرن جو پنهنجو گهر ورتو. پنهنجي اجهي وارا ٿياسين. منگلداس روڊ تي راجيش شاپنگہ سينٽر ۾ پنهنجي لوهارچال اليڪٽرڪ مارڪيٽ ۾ آفيس ورتي ۽ هاڻي مان آفيس ۾ ويهي فون تي آرڊر وٺندي هئس ۽ مال سپلاءِ ڪرڻ ۽ آرڊر وٺي اچڻ لاءِ ماڻهو رکيم.

اليڪٽرڪ مرچنٽ (واپاري) ايسوسيئشن جي پهرين استري (چوڪري) ميمبر ٿيس، انهن جي ميٽنگن ۾ شامل ٿيندي هئس. سڀ مڙد هوندا هئا ۽ مان هڪ اڪيلي چوڪري ميٽنگہ ۾ هوندي هئس.

مونکي ائين نہ لڳندو هو تہ مان هنن کان الڳہ آهيان. آهستي آهستي مال هڪ ماڻهوءَ جي هٿن سان ايڪسپورٽ ٿيڻ لڳو. فئڪٽري ۾ هڪ ئي وقت ٤٠ ماڻهو ڪم ڪندا هئا. منهنجي زندگيءَ جي ڪاميابيءَ جو هڪ قدم پر اڃان مونکي اڳتي وڌڻو هو. منهنجا سپنا تہ ڪجهہ ٻيائي هئا. انهن ڏانهن نهارڻ جو وقت ويجهو اچڻ لڳو. سلڇڻي هٿن ۾ ڪٽي پيار سان کولي پنهنجي چئن SSSS ڏانهن هڪ وشواس پري نظر وڌم.

## ۱۷. سچ جي جئہ

۱۹۷۰ ۾ اليڪٽرڪ مارڪيٽ جي هڪ خانداني سنڌي ٺاهوڪي نوجوان شاديءَ لاءِ منهنجي ننڍي ڀيڻ مايا جو هٿ گهريو. هو شڪارپور جو هو، سنڌس ڪٽنب ۾ ماءُ ، پيءُ ڀينر ڀائر ڀاڄايون سڀ هئا.

اليڪٽرڪ مارڪيٽ 'لوهارچال' ۾ پنهنجي وڏي آفيس ۽ اِليڪٽرڪ ائسيسريز ٺاهڻ جا بہ وڏا ڪارخانا هئس. تنهن کان سواءِ ڀائرن سان بہ ڌنڌن ۾ گڏ هئو.

اسان خوشيءَ سان 'ها' ڪئي . هن جو ڪٽنب سنسڪاري ۽ اصولن وارو هو. بنا ڏيتي ليتيءَ جي هڪ ئي ساڙهي ۾ گهڻي ڌام ڌوم سان شادي ٿي. هزار کان مٿي ماڻهو آيا هئا. منهنجا ۽ هنن جا اليڪٽرڪ مارڪيٽ جا واپاري، دوست ۽ مٽ مائٽ آيا هئا.

مايا جي سڪ سان شادي ٿي، منهنجي پياري ڀيڻ جي پريل من سان ودائي ڪري مان شاديءَ جي هال جي ٻاهر ڏاڪڻين تي ويهي رهيس... مايا کان جدا ٿيڻ آسان نہ هو. لڳي پيو ان ڪانسواءِ اڌوري ٿي ويندس. پر جڏهن سوچيم تہ صحيح عمر ۾ مايا وڃي گهر وسايو، اندر ۾ راحت محسوس ٿي ۽ گهڻي خوشي اها تہ دنيا ۽ مٽن مائٽن جي اڳيان منهنجي وڏي جيت هئي. سوچيم سچ جي آخر جئہ ٿي. مٿي نهاري هٿ جوڙي سائينءَ جا لک شڪرانا مڃيم.

**'۱۹۷۳ ٽن سالن کان پوءِ'**

هاڻي منهنجي ٽيون نمبر ڀيڻ شانتا فئڪٽري سنڀالڻ لڳي



هئي ۽ بہ ڀائر ديپڪ ۽ اندر مارڪيٽ سنڀالڻ لڳا هئا. دادا ڪي انڌيريءَ ۾ اليڪٽرڪ جو دڪان کولائي ڏنو هئوسين. جتان هو اليڪٽرڪ وائرنگہ جا ننڍا وڏا ٺيڪا کڻي سني ڪمائي ڪرڻ لڳا هئا. مان پنهنجي آفيس ۾ وهندي هئس ۽ ايڪسپورٽ جو ۽ ٻيو سڄو ڪم سنڀاليندي هئس. آهستي آهستي دکن جا ڏينهن سکن ۾ بدلجي رهيا هئا.

## ١٨. ”دکہ سُکن جي سونهن“

گھڻيئي دفعا منهنجا شپ چنتک مونکان پڇندا هئا لاجو، تون پنهنجي لاءِ بہ تہ سوچ، مان آگر مٿي ڪري چوندي هئس، هو وينو آهي منهنجي لاءِ سوچڻ وارو، مونکي ڪھڙي چنتا.

منهنجي ماءُ کي منهنجي شاديءَ جي چنتا ٿيندي هئي. پنهنجي هڪ سڃاڻپ واري ساهيڙيءَ سان بنا منهنجي پڇڻ جي ڪار ۾ ٿارو مٿائيءَ واري جي مٿان پرسي مائٽين واري مهراج کي منهنجو فوٽو ۽ گھر جي ائڊريس ڏيئي آئي. هڪ ٻن ڏينهن کان پوءِ مهراج گھر ۾ مونکي ڏسڻ آيو تہ جيئن ان حساب سان گھر ٻڌائي سگھي.

مونکي ۽ منهنجو گھر ڏسي ٺري پيو. جھٽ ڳوٺريءَ مان ٻزنن ۾ وڏن گھرن ۽ وڏن عهدن وارن ڇوڪرن جا ڪارڊ ڪڍي سامھون رکيائين. مون ڪارڊ ميڙي واپس ڪندي چيومانس تہ مان بزنيس ڪندي آهيان ۽ اڳي مان پاڻ مارڪيٽ سنڀاليندي هئس، وغيره سڀ کولي ٻڌايومانس، ۽ هدايت ڪئيمانس تہ جيڪو بہ ڇوڪرو ڏيکاريو، پھريون سچي حقيقت کان واقف ڪرائجان. تنهن کان پوءِ ئي ميٽنگہ رکجائن مهراج جي وڃڻ وقت منهنجي ماءُ پنهنجي پاران هدايت ڏيندي چيس تہ ڇوڪرو وڏين ڊگرين وارو ۽ پنهنجي پيرن تي بيٺل هجي.

ٿورن ڏينهن ۾ مهراج جو فون آيو ۽ هڪ مائٽي ٻڌايائين ۽ چيائين ڇوڪري وارن کي توهان بابت سموري ڄاڻ ڏني اٿم. هاڻي توهان جاچ ڪريو ۽ ڇوڪرو ۽ ڇوڪري جو گھر ڏسي اچو تہ



مان پوءِ ميٽنگ رکان. دادا ۽ مايا جو گھوٽ فلورا فائونٽن تي ڇوڪري کي ڏسڻ ويا. ڇوڪرو وڻين. هوُ شڪارپور جا هئا ۽ بمبئيءَ جي پاش ايريا جوهوُ اسڪيم ۾ ٽن ڪمرن جو گھر هو، ڇوڪري جو پتا ماهيم ۾ مشهور صابڻ جي ڪارخاني ۾ پائيوار هو، ڇوڪري جو ننڍو ڀاءُ ۽ ڀيڻ ڪاليج پڙهندا هئا ۽ بہ پرٽيل پينر هئس. آڪھ ناگپال هئن. منهنجي پريوار کي هر ڳالھہ ٺيک لڳي. مهراج کي منهنجي ماءُ ميٽنگہ رکڻ لاءِ چيو. ميٽنگہ مهراج پنهنجي گھر رکي هئي. مان ممي دادا، مايا ۽ مايا جو گھوٽ ڇوڪرو ڏسڻ وياسين. اندر هال ۾ مهراج کان سواءِ هڪ سٺ سالن کن جي ڇوڪري جي ماءُ ۽ ٣٥ سالن جي هڪ ٻي عورت هئي ۽ ١٢ سالن جو ٻار ويٺا هئا. ڇوڪري جي ماءُ کي اڇي چٽ بک جي اُبتي شڪارپوري نموني جي ساڙهي پاتل هئي. نک ۽ ڪنن ۾ وڏا هيرا پيا چمڪنس شڪل بہ روبيلي هئس. مون مان اکہ ئي نہ پٽي ڪڍي. مهراج سڃاڻپ ڪرائي ۽ چيائين تہ ڇوڪرو آفيس مان اچڻو آهي. ايتري ۾ ڇوڪرو پنهنجي ننڍي ڀاءُ سان اچي پھتو.

مونکان منهنجي بزنيس جي باري ۾ پڇيائين. تنهنکان پوءِ مونکان منهنجا شوُق پڇيائين. مان چيو مانس ڪلا (Art) سان مونکي گھڻو پريم آهي. ڊرائنگہ ۽ پينٽنگہ جو مونکي بيحد شوُق آهي. پوءِ مان سندن کان شوُق بابت پڇيو ۽ کلي چيائين مان ڪلا ۽ ڪلاڪارن جو قدردان آهيان. سندس ماءُ مونکان پڇيو، رڌڻ پچائڻ ايندو اٿئي. مون چيو مانس بلڪل نہ ايندو آهي. شروع کان ئي مان بزنيس ۾ ايترو رڌل رهي آهيان جو ان پاسي ڪڏهن ڌيان نہ ڏنو اٿم. بس ائين چئي ملاقات پوري ڪري هرڪو پنهنجي گھر ڏانهن روانو ٿيو.

پرسي مهراج جو فون آيو تہ هنن جي ها آهي. اسانجي پاران بہ منهنجي مائٽن ’ها‘ ڪئي. ٻئي ڏينهن مهراج جو فون آيو

تہ سندس گھر ھڪ دفعو وري ملون ۽ اتي ئي مھراج جي مندر ۾ ڪچو سڳن ٿيو. منھنجي سس اتان مونکي پنھنجي گھر وٺي ھلي. ڪار جڏھن دروازي جي اندر وڃڻ لڳي تہ سوسائٽيءَ جو نالو پڙھيم. لکيل ھو 'غريب ڪو آپريٽو سوسائٽي' . منھنجي سس ٻڌايو تہ ھيءَ وڏي مشھور سنڌين جي سوشل ورڪر غريب داس جي ٺھيل سوسائٽي آھي ۽ ھو پاڻ بہ ھن سوسائٽيءَ ۾ اسان جي مٿان واري فلئٽ ۾ رھندو ھو.

مان پراڻين يادگيرين ۾ ھلي ويس. ياد آيم الھاسنگر ۾ منھنجي ويجھي مائٽياڻي پنھنجي پٽ جي شاديءَ جو ڪارڊ ۽ ھڪ ڪپڙن جي ٿيلھي کڻي آئي ھئي. زمين تي پير نہ پيا پونس. چيائين سنڌين جي وڏي ماڻھوءَ غريبداس جي گھر مان نونھن ورتي اٿم سو ھيءُ ڪارڊ ۽ ڪپڙا آندا اٿم، اھي ڪپڙا پائي اچجو. ٿيلھيءَ مان سندس ۽ سندس ٻارن جا پاتل ڪپڙا ڪڍي ڏيندي چيائين. مون ڪارڊ ۽ سندس آندل ڪپڙن جي ٿيلھي ھٿ ۾ ڏيئي چيو مانس ''وڏي مھرباني اسان نہ ايندا سين''. ھي اھو ئي غريبداس ھو، منھنجي جنھنجي مائٽاڻيءَ جي سيڻ جنھن جي گھر مان نٺھن وٺي منھنجي مائٽياڻي جا زمين تي پير نہ پيا پون، اڄ مان ان ماڻھوءَ جي سوسائٽيءَ ۾ شادي ڪري ان وڏي ماڻھوءَ جي ھيٺين واري فلئٽ ۾ شادي ڪري اچي رھڻ واري ھئس. واہ ري سائين، مان توتي وشواس رکي ڪري توڏي آڳر مٿي ڪئي، تو خوب پنھنجو جلوو ڏيکاريو ۽ منھنجو ٻيڙو تاريو. ھاڻي مان پار پئجي ويس ۽ منھنجي شادي ڏام ڏوم سان ٿي. نئين زندگيءَ ۾ پير رکيم.

شاديءَ کان پوءِ مان پنھنجو بزنيس جيڪو انڪم ٽئڪس سيلس ٽئڪس ۾ منھنجي نالي ھو بدلائي قانوني طور سان پنھنجي پيڪن جي نالي ڪري ڇڏيو. ھاڻي منھنجا پائر ڏنڌو چڱيءَ طرح سنڀالڻ لڳا ۽ مان پنھنجي نئين گھر ۾ نئين زندگي وسائڻ ھليس.



# ١٩. منھنجو ڪُترو

منھنجو ڪتو، نالو ھوس وسڪي ١٢ سال منھنجي زندگيءَ ۾ پيار ۽ خوشي بکيريندو رھيو. شڪل ، رنگ ۽ سمجھہ ۾ لومڙ وانگر پر قد جو ھميشه ننڍو ئي رھيو. موٽر ۽ آٽو رڪشا ۾ گھمڻ جو بيحد شوقين ھو، ڪاڏي ۾ مرگيءَ (Chicken) ڪانسواءِ ڪنھن ٻئي ڪاڏي کي سنگھي نڪ کي موڙو ڏيئي، رُسي وڃي ڪنڊ ۾ ويھندو ھو. پاڻي ھميشہ ٿڌو ڪپندو ھوس ۽ صبح جو چانھہ ڪانسواءِ اک ئي نہ کلندي ھئس، سمھڻ لاءِ نرم بسترو ھوس ۽ پنکي يا ايئرڪنڊيشن ڪانسواءِ سيٺ کي ننڊ ئي نہ ايندي ھئي. اھڙو ھو رئيس مزاج ڪُترو منھنجو.

ھڪ ڏينھن مشھور ليکڪ دادا ھري موٽواڻي منھنجي گ ھر پنھنجون لکيل ڪھاڻيون ٻڌائڻ آيا جو ھو چاھن پيا تہ مان اُھي فلمائي ٽي. وي. چئنل تي ڏيکاريان. اُن ۾ ھڪ ڪتي جي بہ دل کي ڇھندڙ ڪھاڻي ھئي جيڪا سندس پٽ جي ڪتي جي سچي ڪھاڻي ھئي تہ ھو ڪيئن گم ٿيو ۽ ڪيترن سالن ڪانپوءِ ڪيئن واپس مليو.

دادا موٽواڻي جيتري دير ويٺا ھئا. اوتري دير وسڪي ھنن جي پيرن جي پرسان ويٺو ھو ۽ دادا کي پيار سان ڏسي رھيو ھو ۽ چڱي دير پنھنجي پڇڙي ھلائي دادا لاءِ پنھنجو پيار جتائي رھيو ھو. اسانکي اھو ڏسي حيراني ٿي رھي ھئي. دادا اُٿندي چيو تہ ھاڻي مان پنھنجي پٽ وٽ ويندس، ھو چار بنگلا تي رشپ سوسائٽيءَ ۾ رھندو آھي ۽ خبر پئي تہ دادا جنھن ڪُتي جي

کھاٽي ٻڌائي هئي اُهو ڪتو دادا جي انهيءَ پٽ جو هو ۽ مون وسڪي
اُن ڪان ورتو هو. منهنجو وسڪي ان ڪھاٽيءَ جي ڳم ٿيل ڪتي جو
ٻچڙو هو. ڇا تہ عجيب incident وسڪي هو.

هاٽي سمجهہ ۾ آيو تہ وسڪي دادا کي ايڏو چو پيار ڪري
رهيو هو.

وسڪي نالي ۾ جانور هو پر سمجهہ انسانن جهڙي هئس.
منهنجي خوشيءَ ۾ خوش ۽ غم ۾ غمگين ٿي پنهنجو ڪنڌ ڪٽي
منهنجي گوڏي تي رکندو هو جڻ تہ دلاسو ٿو ڏئي.

هن سان اٽوٽ رشتو هو. پنهنجي عمر ماٽي هليو ويو.
پنهنجون ايتريون يادگيريون ڇڏي ويو آهي جو وڏو ٿلهو ڪتاب
لکجي وڃي. هن جي ياد دل ۾ هميشه تازي آهيءِ ڪڏهن بہ ڌنڌلي
نہ ٿيندي.



# ۲۰. ماندي ٿيءُ نہ مارئي

## لاجوءَ جو نئون روپ 'بنيتا'

جوهو سڪيم ۾ غريب. ڪو. آپريٽو سوسائٽيءَ ۾ وڏا شاهي ٿي
ڪمرا، وڏو ڊرائنگ هال گهر سٺي نموني سجايل.

منهنجو نالو 'لاجو' مان مٽائي 'بنيتا' رکيو ويو. منهنجي
گهر جي ڀاتين ۾ منهنجي سس، سهرو ڪنوارو ڏير ۽ نڻان ۽ ٻہ
شادي ڪيل نراڻون هيون.

سس گهر جي سڄي جوابداري مونکي ڏيڻ لاءِ آتي ويٺي
هئي. پر مونکي تہ بلڪل ڪجهہ بہ نہ ايندو هو. مان بلڪل ڪوري
هئس. مهني ٻي ڪنهن نہڪنهن بهاني گهر ۾ محفل پئي لڳندي
هئي. ڪڏهن منهنجون نراڻون پنهنجي ڪٽنب سوڊيون تہ ڪڏهن
مت مائٽ تہ ڪڏهن هنن جا دوست ڪٽنب سوڏا پيا ايندا هئا.
منهنجون نراڻون پاڻ اچي ڪاڏو ڻاهينديون هيون يا گهڻو ڪري
هوٽل مان ڪاڏو گهرائيندا هئاسين. منهنجو گهوٽ راجا بہ ڪاڏي
ڪائڻ جو بيحد شوقين هو. جلد ئي مونکي احساس ٿي ويو تہ هيءَ
ئي منهنجي دنيا آهي ۽ هن منهنجي لاءِ سڪہ پري بلڪل نئين ۽
اجنبي دنيا جي قاعدن کي جيترو ٿي سگهي، اپنايان ۽ پنهنجي
دنيا سنڀاليان . اهو ئي منهنجو ڌرم آهيءِ پوءِ ڏينهن رات جُتي
ويس پنهنجي سَسُ ڪان، ڪتابن مان، جتان آيو موقعو نہ ڇڏيم
سکڻ جو، هر ڳالهہ شوق سان سکندي ويس، سکندي ويس.

آهستي آهستي لاجو جيڪا فقط نالي ۾ عورت هئي جنهن

جيئن ئي هوش سنڀاليو، فقط مڙدن جهڙا ڪم ڪيائين، جنهن ڪي نہ سڌ نہ ساهيڙي نہ دنيا داريءَ جي ڪا ڄاڻ هئي. سا هاڻي دنيا جي رنگمنچ تي مٿي وينل جو ڏنل نئون پارٽ ادا ڪرڻ ۾ لڳي ويئي واہ ري رنگي تنهنجا رنگہ. بنيتا لاجوءَ کان بلڪل الڳہ تي نئون جنم ورتو. مونکي چائينيز کان وٺي موغلائي کاڌا ناهڻ، سلائي، ڏڻ وارن جي ڄاڻ، فئشن، ڳهڻا ۽ ڪپڙن جو سليڪو، رشتن جي دنيا داري، مطلب تہ هر اها ڳالهہ جيڪا هڪ عورت کي اچڻ کپي، سڀ سکيس.

منهنجي سکڻ جي ڪاميابيءَ ۾ مسٽر ناگپال، (منهنجا پتي) منهنجي سس ۽ سڄي پريوار جو ساٿ ۽ ڀرپور پيار ئي منهنجي لاءِ پريرڻا جو ڪم ڪيو.



## ٢١. اِڪ دوجي ڪي ليي

چوندا آهن جوڙا مٿان ٺهي ايندا آهن، سچ چيو اٿائون مسٽر رام ناگپال، منهنجا پتي منهنجي لاءِ ئي ٺهيل هئا. گهر ۾ ڀهريون ۽ لاڏلو پٽ هئڻ ڪري دنيا جي هر بهترين شيءِ هننکي ملي. وڏي انگريزي اسڪول ۾ پڙهڻ، وڏي ڪاليج ۾ انجنيئرنگہ ۽ بزنس مئنيجمينٽ جون ڊگريون، انگريزي ڪمپنيءَ ۾ ڊويزنل مئنيجر جو عهدو شاهي گهر، شاهي ٺاٺ باٺ.

سڀاءُ ۾ بناوت کان گهڻو پري، من شيشي وانگر صاف ۽ پيار ڀريو، نہ غصو نہ ڪنهن لاءِ شڪايت، ٽوٽل پازيٽو ۽ فقط سچ سان واسطو رکندڙ انسان هئا. انگريزي کاڌن ۽ انگريزي ناچ جا بيحد شؤقين هئا. پرسنلٽيءَ ۾ فرينچ ڪٽ ڏاڙهي، فل سوٽ ۽ ٽاءِ هٿ ۾ اُچي تماڪ جو پائيپ اهو هنن جي رهڻ جو طريقو هو.

گهر ۾ منهنجي سس کان سواءِ پاڻ ۾ سڀ انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندا هئا. مونکي ايڏي انگريري ڳالهائڻ نہ ايندي هئي. ۽ مونکي سنڌيءَ ۾ ئي ڳالهائڻ منو لڳندو هو. هو پيار ڀري شڪايت جي لهجي ۾ چوندا هئا. 'بني' (هو پيار سان مونکي بني چوندا هئا.) توسان سنڌيءَ ۾ ڳالهائڻ لاءِ مونکي انگريزي سٽون من ۾ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڳالهائڻو ٿو پوي. مونکي ڏکيائي ٿي ٿئي ۽ پوءِ هنن جي انگريزي سنڌي ٻڌي مان زور زور سان کلندي هئس. هاڻي منهنجي گنيير ڪل وري پنهنجو روپ وٺي ڪل ڪلاهٽ ۾ بدلجندي پئي وڃي. هي چوندا هئا بني خبر اٿيئي تنهنجي منهنجي جوڙي هٽ چو آهي. ڇاڪاڻ تہ اسان مس مئچ آهيون.

تون بلڪل ديسي ۽ مان انگريز، سو اهو راز آهي. سو جيئن تون آهين پاڻ کي ائين ئي رکجائن. بلڪل پاڻ کي نہ بدلجانءِ.

زندگي منهنجي لاءِ خوبصورت سوغات کڻي آئي. منهنجو وڏو پٽ منيت جي روپ ۾ نندڙو فرشتو هو. ڏسي پيئي ڏسندي هئي مانس. من ئي نہ پرجندو هو. هنن جي ۽ منهنجي خوشي بيان ڪرڻ کان ٻاهر هئي . ٽن سالن کانپوءِ ٢٤ جولاءِ ١٩٧٨ ۾ ٻيو پٽ دشينت ڄائو. بس ٻنهي جي پالنا ۾ لڳي ويس. ٻئي وڏا ٿيا. اسڪول وڃڻ لڳا.

ان وچ ۾ گهر ۾ منهنجو سهرو گذاري ويو. نران جي شادي ٿي. تنهن کان پوءِ ڏير جي بہ شادي ٿي. ان کي بہ ٻہ پٽ ڄاوا. ٻار وڏا ٿيڻ لڳا. منهنجي سس ٻنهي پٽن کي چار بنگلا تي الڳ ٻہ وڏا فلئٽ وٺي ڏنا ۽ اسان چار بنگلا شفٽ ڪري وياسين.



## ٢٢. اڃا اڳتي

چار بنگلا انڌيريءَ ۾ چئن ڪمرن جو وڏو گهر هو. هاڻي مونکي وقت هو قوم جي پيار وري مونکي پاڻ ڏانهن ڇڪيو.

ڪجهہ سنڌي سنسٿائن جئن تہ ڪلا وڪاس ۽ ٻين سنسٿائن سان جڙيس. هر سنستا ۾ قوم جي واڌاري لاءِ گهڻيئي ڪم ٿي رهيا هئا. سنڌي ٻوليءَ کي پارٽيبہسنوڌان ۾ شامل ڪرائڻ لاءِ زوردار هلچل هلي رهي هئي. ان ۾ مان چستيءَ سان ڀاڱہ وٺندي هئس.

تنهن کانسواءِ 'ڪلا وڪاس' ۾ بہ دادا رامڪشن آڏواڻي هميشه سنڌي ڪلاڪارن کي اڳتي وڌائڻ لاءِ پوري ڪوشش ڪندا هئا. مان بہ سنڌي رنگمنچ جي ڪلچرل پروگرامن ۾ ڀهرو وٺندي هئس ۽ جيترو ٿي سگهندو هو، هرهڪ سنڌيت جي شاخا ۾ پنهنجو يوگدان ڏيندي هئس. مسٽر ناگپال ۽ منهنجا ٻئي ٻار هميشه منهنجي پروگرامن ۾ ايندا هئا. ان طرح گهڻن ئي سنڌي هستين سان سڃاڻپ وڌي. ڏٺم تہ هرڪو پنهنجي نموني قوم جي شيوا ۾ لڳل آهي ۽ پوءِ مان بہ سوچيندي هئس تہ مان ڪيئن پنهنجي قوم لاءِ ڪارائتي ٿيان. ڪلاڪار هئس سو سوچ جو رخ ان پاسي ئي رکيو.

## ٢٣. سپنن جي سفر ڏانهن قدم

هڪ ڏينهن مسٽر ناگپال اخبار پڙهندي هڪ شارٽ ٽرم ڪورس (ٿوري وقت وارو). T.V ۽ فلم پراڊڪشن جي ڪورس بابت پڙهيو جيڪو چرچگيٽ تي سينٽ زيوير ڪاليج ۾ شروع ٿيڻو هو.

منهنجي سپنن کان هو واقف هئا. سو مونکي همٿايائون ته اهو ڪورس ڪريان. ١٩٨٧ ۾ مون اهو ڪورس ڪيو.

ڪورس ڪرڻ جا مونکي گھڻيئي فائدا ٿيا. هڪ ته مونکي T.V پروگرامن ٺاهڻ جي سڄي ڄاڻ ملي. ٻيو ڪورس جا الڳ الڳ وشيہ جئن Script لکڻ ، ڪئميرا آپريٽ ڪرڻ، Editing, direction , Production سيکارڻ لاءِ دور درشن ۽ فلم لائين جا نالي وارا ڄاڻو (Expert) ايندا هئا. اُنهن کان اڳتي جي رستن جي ڄاڻ ملي ته ڪيئن هن لائين ۾ اڳتي وڌجي. هڪ سنڌي پروفيسر سشيل گجواڻيءَ سان به سڃاڻپ ٿي جيڪي وشيہ ڊائريڪشن ۽ Script لکڻ جا وشيہ سيکاريندا هئا.

سشيل گجواڻي کي پنهنجي بمبئي ۽ ڪولهاپور ۾ فلمون ۽ T.V پروگرام ٺاهڻ جي ڪمپني هئي جنهن ۾ گذريل ١٥ سالن کان هندي ۽ گھڻيئي مرهٽي فلمون ٺاهيون هيون. مون سشيل گجواڻيءَ کي سندن ڪٽنب سميت پنهنجي گھر اچڻ جي نينڊ ڏني.



## ٢٤. پڙهڻ ۽ ڪڙهڻ

١٥ آگسٽ ١٩٨٧ سشيل گجواڻي ۽ سندن پاڻ ششي ڪٽنب سوڌا منهنجي گھر آيا مسٽر ناگپال سان به سڃاڻپ ٿين.

ڄاڻ پيئي ته سشيل گجواڻي هندستان کان ٻاهر به فلم ٺاهڻ جون ڊگريون وٺي آيا هئا ۽ دهلي دوردرشن ۽ بمبئيءَ دوردرشن تي گھڻيئي سال ڪم ڪيو هئائون. مشهور پروگرام ''ڇايا گيت'' سشيل گجواڻيءَ جي ئي idea هئي. انهن ئي اهو پروگرام دوردرشن تي شروع ڪيو هو. تنهن ڪانسواءِ سندن ڪمپنيءَ کي دوردرشن لاءِ نيوز cover ڪرڻ ۽ بزنيس پروگرام ٺاهڻ لاءِ حق حاصل هئا. هاڻي ويجهو ئي انهن جي بئنر هيٺ به پروگرام شروع ٿيڻا هئا. هڪ هندي فلم ''دوسرا گھر'' ۽ ٻيو مرهٽي سيريل ''جاڪي'' . جيڪا ريس ڪورس جي جاڪيءَ جي ڪهاڻيءَ تي آڌارت هئي. تنهن ڪانسواءِ فلمون ته regular ٺاهيندا هئا. مونکي سشيل گجواڻيءَ پنهنجن پروگرامن ۾ assist ڪرڻ لاءِ چيو ۽ ان طرح سان Media جي ٽريننگ وٺڻ لاءِ گجواڻي ٽيم سان جڙيس.

انسان فقط پڙهي ڪري قابل نه ٿي سگھندو آهي. پڙهڻ سان گڏ ڪڙهڻ به ضروري آهي. St.-Xaviers جو ڪورس ڪرڻ جي ڏوران گھڻو ڪتابي گيان ورتو هو. هاڻي Practical سکڻ جو موقعو مليو هو ۽ مون media جوهر باريڪيءَ جو گيان ورتو. Serial T.V فلم ٺاهڻ ، ad فلمون ٺاهڻ، نيوز Cover يا شوٽنگ ڪرڻ، بزنيس پروگرام ٺاهڻ، سڀ سکندي ويس. فلم لائين يا MediaT.V . لائين

۾ پنجين assistant کي پھرئين assistant ٿيڻ ۾ ۵ سال لڳي ويندا آهن ۽ independent director ٿيڻ تہ جڻ هڪ سپنو ئي هوندو آهي. اُتي مان ٻن سالن ۾ پروڊيسر ۽ ڊائريڪٽر ٿيڻ جي سچي قابليت حاصل ڪئي هئي. جنهن لاءِ مان سشيل گجواڻيءَ جي شڪر گذار آهيان. هاڻي باقي مونکي موقعي جو انتظار هو تہ ڪيئن شروعات ڪريان ۽ پھريون قدم رکان.






مون ۾ ''Making of BaguBarriester'' (First Telefilm on Door Darshan) independent پروڊيوسر ۽ ڊائريڪٽر ٿيڻ جو وشواس اچي ويو هو. ڊاڪٽر چندو لال جئسنگهاڻي جيڪو پيشي ۾ مشهور وڪيل پڻ هو جا لکيل جاسوسي بگو بئريسٽر ناول ڏاڍي شونق سان پڙهندي هئس. اُنهن تي پيئي خيالن ۾ فلمون ٺاهيندي هئس. هاڻي اُنهن خيالن کي حقيقت ۾ بدلڻ جو خيال ڪيم. ناول جي هڪ ڪهاڻي ''آنند ڪرپالاڻي جو خون'' جي Script ڪڍي دوردرشن تي ٽن ڏينهن جي موجوده پروگرام ڊائريڪٽر مسٽر گريءَ سان گڏيس، Proposal وڌيس پر چيائين تہ ناول لکندڙ ليکڪ جي رضامنديءَ جو خط کپي.

سو ڊاڪٽر چندولال جئسنگهاڻيءَ کان سندس سيني ۱۳ ناولن جا حق واستا ورتا ۽ دور درشن تي ليکڪن جي حقن جو خط جمع ڪيو ۽ ڏيڍ ڪلاڪ جي ٽيلي فلم ٺاهڻ جي رضامندي ملي. ڪلاڪارن ۾ مکيہ ڪردار بگو بئريسٽر لاءِ سشيل گجواڻيءَ کي کنيم جو ليکڪ ناول ۾ جئن بگو بئريسٽر جي Character کي ورنن ڪيو هو، پرسنلٽي (Personality)، بلند آواز، اهي سڀ خاصيتون سشيل گجواڻيءَ ۾ هيون. تنهن کانسواءِ سنڌي رنگہ منچ جا ڪلاڪار ٻين ڪردارن لاءِ فائينل ڪيا.

ڌام ڌوم سان مهورت ڪيو جنهن ۾ بگو بئريسٽر ٽيلي فلم لاءِ چونڊيل سڀئي ڪلاڪار، ڊاڪٽر چندو لال جئسنگهاڻي پنهنجي

پتنيءَ سان گڏ، دادا رامڪشن آڏواڻي ۽ ٻيون بہ گھڻيئي هستيون آيون. تنهن ڪانسواءِ اخبارن جا Journalist، جڻ Screen، هندواسي، T.V ۽ Video مخزن وارا ۽ ٻيا بہ گھڻيئي چڱا آيا ۽ اُنهن پنهنجن پيپرن ۾ پهرين سنڌي ٽيلي فلم بگو بئريسٽر جي دوردرشن تي اچڻي هئي ان باري ۾ سچو احوال لکيو.

تنهن ڪانپوءِ تمام سٺي نموني دوردرشن تي شوٽنگہ شروع ٿي. دوردرشن جي سنڌي سيڪشن جا آفيسر مسٽر خانچانداڻي ۽ مسٽر ڪشن مينگھاڻي ۽ ٻين Technicians جو ڏاڍو سٺو ساٿ مليو.

۽ هڪ ڏينهن ڪنهن چرچ ڪري دوردرشن تي منهنجي Tele film جي شوٽنگہ تي روڪ آڻائي. پوءِ خبر پيئي تہ اها روڪ بگو بئريسٽر جي ڪتابن جي پبليشر آندي هئي. جو هن جي مطابق ڪتابن جا حق واسطا ڊاڪٽر چندو لال وٽ نہ پر هن وٽ هئا. ڊاڪٽر چندو لال جئسنگھاڻيءَ جي مطابق هن پبلشر کي media يا فلم ٺاهڻ جا حق واسطا نہ ڏنا هئا پر فقط ڪتابن ڇپائڻ جا حق واسطا ڏنا هئا پر ڪجھہ بہ هجي، شوٽنگہ رڪجي ويئي.

اجا تہ مس مس خوشيءَ ۽ جوش سان پنهنجن سپنن کي ساڪار ڪرڻ لاءِ پهريون قدم کنيو هو ۽ هڪ نئون سنگھرش شروع ٿي ويو.

دوردرشن وارن صفا جواب ڏنو تہ جيستائين کھاڻيءَ جي حق واسطن جي clearance نہ ملندي تيستائين شوٽنگہ شروع نہ ٿيندي.

زندگيءَ ۾ سڀ آسانيءَ سان ملي تہ باقي ڇا. مونکي writer ۽ پبلشر جي پاڻ ۾ صلح ٿيڻ جي انتظار ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ چارو ئي ڪونہ هو. ان ۾ گھڻو وقت لڳي ويو ۽ آخر صلح ڪري دوردرشن کي



رضامنديءَ جو خط ويو ۽ ۱۹۹۱ ۾ شروع ٿيل Tele film جنهن ۾ گ هڻن جا سپنا سمايل هئا، ليکڪ جا ۽ ڪلاڪارن جا ۽ منهنجا، ۱۹۹۴ ۾ ٺهي تيار ٿي ۽ ڏام ڌوم سان Telecast ٿي سِپني هنڌان گ هڻيئي واڌاين جا خط آيا. اخبارن بہ گھڻي تعريف ڪئي ۽ ماڻهن بہ گھڻو پيار ڏنو.

## ٢٦. اڳتي ۽ اڃا اڳتي

دوردرشن تي ٻگو ٻئريسٽر پهرين سنڌيٽيلي فلم ٺهي رهي هئي. مونکي گهڻي خوشي هئي تہ منهنجا سپنا پورا ٿي رهيا هئا. مان media ۾ اڃا اڳتي قدم وڌائڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويس ۽ پنهنجي قوم لاءِ بہ ڪجھہ ڪرڻ جو موقعو ان (media) رستي ئي ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويس جو مون ڏٺو تہ ڏيري ڏيري Satellaite چئنل اڇي رهياهئا. جئن Zee، Star Plus، Sony ۽ ٻيا گهڻيئي ۽ انهن Channels جي telecast جو دائرو سڄي دنيا ۾ هو ۽ ڏٺم تہ اڄ جي نئوجوان ٿهيءَ جي چاهہ بہ Channels ڏانهن وڌي ويئي هئي. سو مون سوچيو تہ T.V Channels جي رستي سنڌيت جي ڄاڻ جا ننڍا پروگرام ٺاهي Channels تان Telecast ڪجن، اهو سوچي مون ننڍا ننڍا وشيہ کڻي سنڌي ڀاشا جا proposal فائيل ٺاهي هر چئنل تي کڻي ويس پر ناڪام رهيس. ان وچ ۾ منهنجا هندي پروگرام پاس ٿيا. اهي telecast بہ ٿيا. ماڻهن پسند ڪيا ۽ ان طرح منهنجو حوصلو وڌي رهيو هو.

گجراتي، مرهٽي، پنجابي، تيلگو، تامل ڀاشا جي پروگرامن کي Time slot ڏيئي رهيا هئا پر سنڌيءَ لاءِ ڪنهن بہ Time slot channel نہ ڏنو يا تہ پروگرام ڏيکارڻ جي منظوري نہ ڏني. ايتري قدر جو دوردرشن جي نئشنل نيٽ ورڪ تي بہ سنڌي پروگرامن لاءِ روز جو هڪ ڪلاڪ وٺڻ لاءِ ڪوشش ڪئي پر ڪجھہ بہ نہ ٿيو.



هڪ وڏي نالي واري سنڌي سنسٿا information & Broadcast جي Ministers کان appointment وٺي ڏني جنهن لاءِ مان گهڻيئي دفعا دهليءَ بہ ويس. اُتي Ministers سان ملاقات بہ ٿي. منهنجي منهن تي گهڻيئي آٿرا ڏنائون. چيائون عرضي ڏيئي وڃ. اسان ضرور ڪجھہ ڪنداسين. گهڻو ئي follow-up ڪيو پر ڪجھہ بہ نتيجو نہ نڪتو.

ان ڪجھہ بہ نہ ٿيڻ ۾ ڪيترين تڪليفون، نراشائون ۽ مالي خرچ شامل هو. اهو قصو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. پر مون سوچي ڇڏيو هو تہ ڪجھہ بہ ٿئي، مان ڪوشش جاري رکندس. ڪيئن بہ سنڌين جي ڄاڻ Satellite ذريعي اڄ جي ٿهيءَ تائين پهچائيندس. ان طرح مان پنهنجي ٻوليءَ جي ۽ سڀيتا جي ڄاڻ ڪرائڻ جي هر طرح ڪو شش ڪندس.




منهنجا ٻئي ٻار پڙهائيءَ ۾ خوب محنت ڪري رهيا هئا. وڏي پٽ منيت مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ first year college ۾ ويو. ننڍو پٽ دشينت اٺين درجي ۾ هو.

مسٽر ناگپال فائر فائيٽنگ جا ٺيڪا ڪٽندا هئا. ان ڪم لاءِ ٻين شهرن ۾ به وڃڻو پوندو هون. احمدنگر ۾ به ڪم چالو ڪيو هئائون. اتان هڪ دفعو بيمار ٿي آيا، 'لوُ' لڳي ويئي هئن. ١٩ ميءِ ١٩٩٤ جو ان بيماريءَ جو بهانو ڪري مونکي هميشه لاءِ ڇڏي هليا ويا. هن صدمي کي بيان ڪرڻ ڏکيو آهي. ١٩٧٣ کان ١٩٩٤ تائين انهن ٢١ سالن جون انگنت يادگيريون آهن. ڪيترو پيار ڪندا هئا مونکي، هو منهنجي هر ننڍي وڏي خوشيءَ کي پوري ڪرڻ ۾ بيحد خوشي محسوس ڪندا هئا. مونکي جهنگلي ڪٽا ٻير وٺندا هئا. جتي به ڏسندا هئا، ڪار بيهاري منهنجي لاءِ وٺي ايندا هئا. مان پاڻ چوندي هئي مان ته پنهنجي عهدي جو ته خيال رکو. هي ٻير ڪيئن وچي گاڏي تان ورتا هوندو. چوندا هئا منهنجو عهدو تنهنجي خوشيءَ کان مٿي نه آهي.

نيم سان موگري جي گلن جي پڙي وٺي ايندا هئا جو مون کي موگري جا گل وڻندا هئا. هاڻي نه اُهي ٻير کائي سگهندي



آهيان ۽ موگري جا گل دل ۾ درد پئدا ڪري ڇڏيندا آهن. هر Day Valentine تي ڏنل ڪارڊ ۾ سمايل پيار اڄ منهنجو خزانو آهي. ڇا ته ٻُولهي ٻُولهي ڪارڊ وٺي ايندا هئا.

دوردرشن يا ڪنهن چئنل تي پروگرام ڏسڻ جي وقت گهٽيئي دفعا ملڻ ايندا هئا ۽ خوش ٿيندا هئا ته مان ڪيئن پنهنجا سپنا ساڪار ڪري رهي آهيان ۽ منهنجي خوشي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندا هئا.

هنن جي موجودگي مان هميشه محسوس ڪندي آهيان. هو مون سان ساڻ ئي آهن.




1994 to 2000

مسٽر ناگپال جي وڃڻ ڪانپوءِ وري هڪ دفعو زندگي ان موڙ تي اچي بيٺي جتي مونکي پاڻ گهر هلائڻ جو سوال سامهون هو. ٻار ٻئي پڙهندڙ ۽ ننڍا هئا.

مسٽر ناگپال منهنجي شونق ۾ پورو ساٿ ڏنائون ۽ مان media ۾ گهڻو اڳتي وڌندي پيئي وڃان. هاڻي هن شونق کي روزي روٽيءَ جو ساڌن بڻائڻو پيو ۽ پوءِ Channel تي نوڪريءَ لاءِ درخواست موڪلي. هڪ Channelجنهن جو نالو Channel Money Television هو ۽ شيئر بزار ۽ بزنيس سان لاڳاپو رکندڙ پروگرام ڏيکاريندا هئا، انهن مونکي سندن پروگرام ٺاهڻ لاءِ ۲۰ هزار پگهار تي Inhouse Director ڪري رکيو ۽ مون ۴ سال هن چئنل تي ڪم ڪيو ۽ هڪ کان هڪ بهترين پروگرام ٺاهيا. پروگ رامن ۾ documentary films، وڏن ڪمپنين جي CEO جا Interview ، ڪمپنيءَ جا Profile, ڪمپنيءَ جي مالڪن جي biography ۽ هفتي وار هڪ بزنيس پروگرام جي نيوز مئگيزن جيڪا ماڻهن ۾ گهڻي مشهور ٿي. جنهن جو نالو ’’بمبئيءَ بزار‘‘ هو، جنهن ۾ مان سڄي هفتي ۾ ڪيل ننڍي وڏي بزنيس جي Movement تي روشني وجهندي هئس. هي پروگرام ۲۵ منٽن جو هو. تنهن ڪانسواءِ منهنجو هڪ پروگرام ٻاهرين ملڪن ۾ Norway film festival ۾ ڏيکاريو ويو.

هن چئنل کي پنهنجي ۲۴ ڪلاڪن جي Satellite هئيءَ



مون هنن جي مالڪن کان روز هڪ ڪلاڪ سنڌي پروگرام ڏيکارڻ جي رزامندي به ورتي هئي. پر چئنل ڪن قانوني قاعدن کي پورو ڪري نه سگهيو ۽ اچانڪ سرڪار چئنل کي سيل ڪري ڇڏيو ۽ چئنل بند ٿي ويو.

تنهن ڪانپوءِ مون ڪجهه وقت In Mumbai channel جي نيوز سيڪشن ۾ ڪم ڪيو ۽ تنهن ڪانپوءِ ٻه سال Cinevista Communication ۾ ڪم ڪيو. اُنهن جي لاءِ ارڌ Shatabdi پروگرام ٺاهيو جيڪوStar plus تي ڏيکاريو ويندو هو ۽ پوءِ مون سنه ۲۰۰۰ ۾ پنهنجي ڪمپني R.B. films (Ram and Binita) جي نالي کولي ۽ ان ڪمپنيءَ هيٺ Channels کان پروگرام پاس ڪرائي Telecast ڪرائيندي هئس. هڪ ننڍي فلم’’Midnight‘‘ ڏاڍي پسند ڪئي ويئي جيڪا ’’ZEE‘‘ تي ڏيکاري ويئي.

ان طرح زندگيءَ جو سفر اڳتي هلي رهيو آهي. وڏو پٽ graduate ٿيو ۽ شادي ڪرائي مانس. نونهن نڍي ساهتيءَ جي آهي. MBA پاس آهي ۽ HDFC بئنڪ ۾ Asst. Manager آهي ۽ پٽ ۽ نونهن لنڊن ۾ اڳتي جي پڙهائيءَ جي تياريءَ ۾ لڳل آهن. ننڍو پٽ دشينت کي دبئيءَ ۾ سٺي نوڪري ملي اٿس. سو هو اُتي وڃي سيٽل ٿيو آهي ۽ مان پنهنجي Media جي ڪم ۾ پاڻکي مشغول رکيو آهي هاڻي اسان چار بنگلا مانShift ڪري لوکنڊوالا ۾ رهندا آهيون.




## 2000 to 2004

### ٽي. وي. پروگرام ’’متيءَ جي مهڪ‘‘

سنڌي ڀاشا جي زبان، سنسڪرتي، ساهتيہ لوڪ سنگيت، لوڪ نرتيہ يعني سنڌيت کي بچائڻ جو ماڌيم ٽيليوزن بہ آهي. ٽيلويزن جي اچڻ کان پوءِ اينٽرٽينمينٽ ۽ ڪميونيڪشن جا ذريعا ئي بدلجي ويا. چڻ انقلاب اچي ويو. سيٽيلائيٽ اچڻ کان پوءِ ملڪ جي هر ڀاشا جا طرح طرح جا رنگا رنگہ پروگرام اچڻ لڳا. پر سنڌي پروگرام نہ آيا. گهڻن ئي چئنلن ۾ سنڌي پروگرامن کي آٽڻ لاءِ مون ڪوشش ڪئي پر ڪجهہ بہ نہ ٿيو. چوندا آهن تہ جتي چاهہ اُتي راهہ.

هڪ ڏينهن آستا ڌرمي چئنل جي لانچ (مهورت) جي ڪوٽ آئي. چئنل جي مالڪ ڪريٽ ڀائي مهتا ۽ سي. اي. او. اجيت گپتا سان ملاقات رکيم. سنڌي پروگرام ٽيليڪاسٽ ڪرڻ جو پروپوزل رکيو مان. چيو مان اچ جي چئنل جي لڙائيءَ ۾ توهان کي خاطريءَ سان سنڌي ذاتيءَ جي ڏسندڙن ڏيڻ جو واعدو ٿي ڪريان. مونکي پنهنجي ذاتيءَ تي وشواس هو تہ اُهي سنڌيت جا شيدائي آهن. آستا چئنل اسانجا سنڌي پروگرام ٽيليڪاسٽ ڪرڻ چالو ڪيا. ٻنهي جو فائدو ٿيو. منهنجو سنڌي پروگرام ’متيءَ جي مهڪ‘ ٽيليڪاسٽ ڪرڻ جو سپنو پورو ٿيو ۽ آستا کي پنهنجي پهچان ٺاهڻ جو. ١٦٥ ديشن ۾ سنڌي پروگرام ڏيکاريا وڃڻ لڳا. ديش ۾ هر



سنڌي پنهنجي ڪيبل واري کي آستا چئنل آٽڻ جي چاهہ ڪرڻ لڳو، ايتري قدر جو دبئي ۽ پاڪستان ۾ پڻ آستا چئنل آٽڻ لاءِ خاص بندوبست ڪيا ويا.

’متيءَ جي مهڪ‘ لاءِ ديش وديش مان ڪيئي خط ۽ ٽيليفون آيا. سنڌ ۾ بہ پروگرام جي گهڻي ساک ٿي. مونکي ۽ منهنجي ٽيڪنيڪل ٽيم کي سنڌ مان قرب ڀري ڪوٺ ٿي ۽ مان پنهنجي ٽيم سان سنڌ ويس. سنڌ ۾ اسانجو هر جڳهہ شاندار سواگت ڪيو ويو. مان سنڌ مان، اسانجا پارمپارڪ لوڪ نرتيہ، ڇيڇ، ڀڳت، فلمائي آيس ۽ پنهنجي پروگرامن ۾ ڏيکاريا . ماڻهو ٥٥ سالن کان پوءِ، ساڪيات سهڻي سنڌ کي ڏسي گد گد ٿي ويا.

پنهنجي پروگرامن ۾ مون سنڌيت جي هر پهلوءَ تي روشني وڌي . مونکي يقين آهي تہ اليڪٽرانڪ ميڊيا ذريعي اسين پنهنجي سنڌي ڀاشا ۽ سنڌيت کي بيشڪ بچائي سگهون ٿا. ضرورت آهي ان پاسي ڌيان ڏيڻ جي ۽ هر طرح جي ساٿ جي. اهو چاهي مالي هجي يا پروگرام ڏسڻ لاءِ ٽي. وي. اڄيان حاضري گهڻي ۾ گهڻا پروگرام ٺاهي پنهنجي ليکڪن ويچار ڪن ۽ ڳائيندڙ ڪلاڪارن کي پروگرام آٽڻ جي جيئن اچ جي نوجوان ٿهي سمجهي تہ اسانجي ڀاشا ڪيتري پراچين، خوبصورت ۽ عمدي آهي. سو اچ جي زماني جو منتر آهي ’ٽيلويزن‘ ۽ سنڌيت کي اهو منتر سويڪار ڪرڻ کپي. هندستان پاڪستان جا ناتا سڌري رهيا آهن. سرحدن جو داعرو ختم ٿي رهيو آهي. اهڙي اتهاسڪ يگہ ۾ تہ اسان سنڌين کي دنيا جي سامهون اچي سنڌيت لاءِ هر ماڌيم ذريعي ڪجهہ ڪرڻ جو حق سان موقعو مليو آهي. پر افسوس جو هاڻي تائين ڪنهن بہ اخبار يا ٽي. وي. نيوز ۾ هڪ بہ سنڌيءَ جو نالو نہ ڏٺو اٿم. سنڌي فلمون، سنڌي ٽيلويزن، سنڌي ميوزڪ، سنڌي ساهتيہ لاءِ هڪ نئون عاليشان مارڪيٽ کلندو جيئن مون سيٽيلائيٽ چئنل تي ڦهريون ڀيرو

سنڌي ٽي.وي. سيريل ’مٽيءَ جي مهڪ‘ آڻڻ جو ڪامياب قدم کنيو. تيئن هاڻي مون فيصلو ڪيو آهي تہ هند-پاڪستان سانجهي هيٺ سنڌي فلم ٺاهڻ جو. جنهن ۾ هند ۽ سنڌ جا فنڪار هوندا. اسانجي فلم انڊيسٽريءَ ۾ اڄ ڪان وڌيڪ سنڌي هوندي بہ ڪو ڌيان نہ ڏيئي رهيو آهي. اها ڪمي مان پوري ڪندس قدم مان کڻندس، اهو منهنجو فخر پريو اعلان آهي. پهرِيون ۾ هن ”سُلڇڻي“ ڊائري ۾ اُڪريل اڃائن مان ڊائريڪٽر ٿيڻ جو ۽ سنڌيت لاءِ ڪجهہ ڪرڻ جو سپنو پورو ٿيڻ جي شروعات ٿُ چڪي آهي. منهنجي محنت سڦل ٿي رهي آهي.

شاهہ ۾ عبدل لطيف جو مارئيءَ کي ڏنل دلاسو چڻ منهنجي لاءِ بہ هو.

**”ماندي ٿيءُ نہ مارئي، تنهنجو الہ بہ آهي ورهين جا ڏکرا هڪ لحاجي ۾ لاهي.“**



# ٣٠ . ’مٽيءَ جي مهڪ‘ رپورٽ

هندواسي اخبار جي رپورٽ-20 جولاءِ 2001

هي ڪاريہ ڪرم ان چئنل تي هر آرتوار تي منجهند جو سادي ٻارهين ۽ وسپت ڏينهن سادي يارهين بجي يعنيٖ هفتي ۾ بہ ڀيرا پيش ڪيو ويندو آهي. اهو ڪاريہ ڪرم بنيتا ناگپال دواران ڊئريڪٽ ۽ پيش ڪيو ويندو آهي. ان پروگرام ۾ ڪلام پيش ڪيا ويندا آهن، جي مهان صوفي سنتن جهڙوڪ شاهہ عبدل لطيف، سچل ۽ سامي خواهہ ڀڳت ڪنوررام، ماسٽر چندر، پروفيسر رام پنجواڻي، ڪماري ڀڳونتي ناواڻي ۽ ٻين نامي ڪلاڪارن جهڙوڪ مهيش چندر، گهنشيام واسواڻي، چندرو آتما، ڪاجل ڪيولراماڻي، موهن تلريجا، رميش راجپال، شيلا منگناڻي، ڪوشي لعلواڻي، گلشن ڪيماڻي، امريتا لعلچنداڻي، پارو ٺاڪر چاولا ، رميش اوبيراءِ ۽ ٻين جي زباني ڳايا ويندا آهن، انيلا سندر ۽ سندس ساٿين جا نرتيہ پيش ڪيا ويندا آهن. ائنڪر اسڪپرٽ ڪمار ڪلواڻي لکي آهي. هن جو ميوزڪ ٽپس انڊسٽريز پاران ڏنل آهي. تنهن کان سواءِ مکيہ مهمان ڪلاڪارن ۽ ٻين شخصيتن کي پڻ نيند ڏيئي ملاقاتون پيش ڪيون ونديون آهن. سنڌي قوم ۽ جاتيءَ کي نہ صرف زنده رکڻ مگر ان کي وڌائڻ لاءِ ضروري آهي تہ ٻوليءَ کي تيز ترار ڪيو وڃي ۽ ان جو وڪاس ۽ واڌارو ڪجي. ٽيليويزن جهڙو ٻيو ڪو بهترذريعو ڪونهي .




جڏهن متيءَ جي مهڪ جو پروگرام نهي تيار ٿيا، آستا وارن 15th July 2001 تي پهريون episode ٽيليڪاسٽ ڪرڻ جي تاريخ ڏني. مون سوچيو هن اتهاسڪ ڏينهن تي جنهن ڏينهن پهريون پيرو سٽيلائيٽ تي سنڌي پروگرام اچي رهيا آهن، چڱيءَ طرح سواگ ت ڪجي. سو ''متيءَ جي مهڪ''مون سيتا سنڌو پون ۾ دادا ٺاڪر چاولا ۽ دادي پارو چاولا سان ڳالهايو سيتا سنڌو پون جيڪو دادا رام پنجواڻيءَ سنڌي ڪلاڪارن جي حوصلا افزائيءَ لاءِ ۽ سنڌي ڪلا جي وڪاس لاءِ ٺهرايو هو، ان جي سنڀال ڪري رهيا آهن ۽ نون توڙي نالي وارن ڪلاڪارن کي پنهنجي ڪلا ڏيکارڻ جو موقعو ٻہ ڏيندا آهن ۽ Trophy يا روڪ انعام ڏيئي حوصلا وڌائيندا آهن. دادا ٺاڪر چاولا ۽ دادي پارو چاولا دادا رام پنجواڻيءَ جو سپنو ساڪار ڪري رهيا آهن. جڏهن مون متيءَ جي مهڪ جي پهرينEpisode جي telecast ٿيڻ جي مهورت لاءِ انهن سان ڳالهايو تہ اُنهن خوشي ڏيکاري ۽ چيائون تہ اسان ڪان جيترو ٿي سگهندو، هن اتهاسڪ ڏينهن کي جنهن ڏينهن اسان جا سنڌي پروگرام پهريون دفعو سٽيلائيٽ چئنل تي اچي رهيا آهن، يادگار ڏينهن بڻائبو ۽ برابر هنن پروگرام جي پهرين Episode جو سواگت ڪيو. سچو سيتا سنڌو پون ماڻهن سان ڀريل هو. ساهتيڪار، ڪلاڪار ۽ گهڻيئي ناليرا مهمان ديش وديش مان آيا. دبئيءَ جي دلدار دادا مورجمل ناريل ڀڃي



''متيءَ جي مهڪ'' جي پهرين episode telecast ٿيڻ جو مهورت ڪيو ۽ ''متيءَ جي مهڪ'' ۾ ڪم ڪندڙ هر ڪلاڪار ۽ technician کي هارن ۽ شالن سان سواگت ڪيو ويو. آستا چئنل جي C.E.O مسٽر اجيت گپتا ۽ مونکي شال ڏيئي سنمانت ڪيو ۽ مونکي سنڌي گورَوَ اوارڊ جي ٽرافي ڏني وئي. دادا مورجمل منهنجي لاءِ همٿائيندڙ ٻہ اکر ڳالهايا جيڪي اڄ تائين مونکي پريرڻا ڏيندا رهندا آهن. چيائون، بنيتا تو واهہ جي مڙسي ڪئي آهي. اسان جا سنڌي پروگرامSatellite چئنل تي آندا اسان جي سنڌي قوم کي هميشه توتي فخر رهندو. تنهن ڪانپوءِ اسٽيج تي ڪلچرل پروگرام ٻہ رکيا ويا هئا جنهن ۾ ٻاهران آيل ڪلاڪارن سيني کي خوب موهيو .




'مٽيءَ جي مهڪ' جا 50 episode پورا ٿيا ۽ هن جو گولڊن جبلي جشن ڪيو اسانجي سنڌين جي شو مئن شنڪر لعلواڻي جيڪو سويڊا فائونڊيشن جو چيئرمن آهي. هي جشن بہ شاندار نموني ڪيو ويو. اسٽيج تي مٽيءَ جي مهڪ جي نشان 'فقير' جا شاهي وڏا بئنر هٽايائين. سڄي آسٽا Technical Team ڪلاڪارن کي شالون ۽ ٽرافيون ڏنيون ويون. مونکي ۽ آسٽا جي مالڪ کيرت پائيءَ کي سويڊا گوروَ Gold disc ۽ شال سان دادي هري ديوي واسواڻيءَ هٿان سمانت ڪرايو ويو.

اسٽيج تي هرطرح جا رنگا رنگہ سنڌي پروگرام جئن تہ ڀڳت، ڇيڄ ۽ ڪلام پيش ڪيا ويا. ان طرح منهنجي سنڌي سماج 'مٽيءَ جي مهڪ' جو مهورت ۽ گولڊن جبلي جشن شاندار نموني ڪيو.

'مٽيءَ جي مهڪ' پروگرام جو هر شهر ۾ زوردار سواگت ٿيو ۽ مونکي گهڻن ئي سنڌيت جي پريمين جا ڍير سارا خط آيا. مون هر episode ۾ سنڌيت جو الڳہ الڳہ رنگ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ڪجهہ episode هيٺين وشين تي هيون.

**۱. سنڌيت ڇا آهي.**
**۲. سائين ڀڳت ڪنوررام**
**۳. ٺار ماتا ٺار**



**۴. گرونانڪ ديو**
**۵. جهوليلعل سائين**
**۶. شاديءَ جا شادناما**
**۷. عمر مارئي**
**۸. راڻو مومل**
**۹. سنڌي لوڪ نرتيہ**
**۱۰. ڇيڄ**
**۱۱. شاهہ جا ڪلام**
**۱۲. سچل سرمت**
**۱۳. چيٽي چنڊ جو ميلو**
**۱۴. چاليهو صاحب**
**۱۵. اسان جو پروفيسر رام پنجواڻي**
**۱۶. سائين ساڌرام صاحب**
**۱۷. اسان جي سنڌڙي**
**۱۸. سنڌي سنت**
**۱۹. سنڌي درٻارون**
**۲۰. چندرو آتما جا ڪلام**
**۲۱. ساڌو واسواڻي**
**۲۲. عابيدا پروين**
**۲۳. موهن جو دڙو**
**۲۴. ماسٽر چندر جا ڪلام**
**۲۵. سنڌي ڏڻ وار**
**۲۶. سنڌين جا ريتيون رواج**
**۲۷. سنڌي پهراءُ (dresses)**
**۲۸. سنڌي ساهتيہ**
**۲۹. سنڌي لاڏا**
**۳۰. ڀڳونتي ناواڻي**
**۽ ٻيا** episode

۽ ٻيون بہ episode الڳہ الڳہ وشين تي آڌارت آهي.

## ۲۳. ''شڪر گذاري''

ماڻهو جڙندا رهيا ۽ قافلو ٺهندو ويو.

مان خوش قسمت آهيان جو 'متي جي مهڪ' پروگرام ٺاهي توهان اڳيان پيش ڪرڻ جو مان ذريعو بڻجي آهيان. جهولي لعل در تي لکہ لکہ شڪرانا.

توهان سيني جي تي. ويءَ اڳيان حاضري اسان پروگرام ٺاهيندڙن لاءِ وڏي پريرڻا آهي. اُنهيءَ ٻل سان اَسان توهانجي پراچين ڪلا جي ورثي کي سچي دنيا جي سامهون پيش ڪري سنڌين کي فخر وارو بڻائڻ جي ڪوشش ڪنداسين. ۽ اڳتي بہ اڳي کان اڳرا پروگرام ٺاهينداسين. سڄڻو اڄ تائين منهنجي ٺهيل سنڌي پروگرامن، جيڪي آسٿا چئنل تي يا دوردرشن تي آيا. مان شڪر گذار آهيان.

۱.پنهنجي ڪلاڪارن، فنڪارن ۽ ڀاڱہ وٺندڙن مهان هستين جي جن پروگرام ٺاهڻ ۾ مونکي هميشهہ ساٿ ڏنو.

۲. ڪمار ڪلواڻيءَ جي جنهن سنڌيءَ ۾ اسڪرپٽ لکي.

۳. دادا رامڪشن آڏواڻيءَ جي جن قدم قدم تي منهنجي رهنمائي ڪئي.

۴. ٽپس ميوزڪ ڪمپنيءَ جي شري رميش ۽ ڪمار ٽوراڻيءَ جي جن جي ڏنل سنڌي گيتن ۽ غزلن جي خزاني سان منهنجا سڀ پروگرام مالامال ٿيندا رهيا.

۵. دبئيءَ جي دلدار سنڌين ۽ سرو شري مورجمل منگهناڻي، شري رام بخشاڻي، شري ناري سانولاڻي، شري موتي پرڪاش، سيني



منهنجو اُتساه قائم رکيو ۽ هميشه سندن ساٿ رهندو.

٦. دادا رام پنجواڻيءَ جي سپنن جي استان 'سيتا سنڌو ڀون' جي ٽرسٽيز ۽ خاص ڪري شري ٺاڪر چاولا جي جنهن 'متيءَ جي مهڪ' پروگرام جو اُدگهاٽن ڏاڍي شان مان سان ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي. سچي حياتي هن پوتر آستان ڪلاڪارن جي مندر 'سيتا سنڌو ڀون' جي چائنٽ تي منهنجو سر نميل رهندو. جتان 'متيءَ جي مهڪ' جي ڪاميابيءَ جو پايو پيو.

۷. سمرٿ نگر لوکنڊوالا سنڌي پئنچائت جي ميمبرن ۽ مئنيجنگہ ڪاميٽيءَ جي 'متيءَ جي مهڪ' پروگرام جي زوردار پبلسٽي ڪرائي سنڌيت جي شيوا ڪري رهيا آهن.

۸. مونکي فخر آهي پنهنجي سمرٿ نگر لوکنڊوالا مهلا منڊل تي جي هن سنسٿا سان جڙيل هر ميمبر هڪ ٻئي سان قدم ملائي نسوارٿ ڀاونا سان سنڌيت جي شيوا هجي يا سماج شيوا هجي هميشه جڙيل هونديون آهن، پوءِ چيٽي چنڊ جو ميلو يا گٽپٽي وسرجن هجي، غريب نياڻين کي شاديءَ لاءِ بئنڪ ڏيڻي هجي يا غريب ٻارن کي اسڪول يا ڪاليج جو خرچ ڏيڻو هجي سڀ لاءِ مددگار هونديون آهن. اناٿ آشرم، سينئر سٽيزن هوم يا هاسپيٽل ۾ نيم سان visit ڪنديون آهن. مونکي بہ منهنجي هر ڪاريہ ۾ هميشه مدد ڪنديون آهن. مونکي فخر آهي تہ مان هن سنسٿا جي آرگنائيزنگہ ڪاميٽيءَ جي ميمبر آهيان. شل منهنجي هيءَ سنسٿا ڏينهن رات وڌي وڌندي رهي. ڀينرون وينا ڏنگراني، مالا چيناننداڻي، هيرو ميراڻي، شيلا وسنداڻي نئنا موٽواڻي، پارتي آوتراماڻي، ڪرشما ڪالاڻي، جوتي ماکيجا، جيڪي اسانجي مهلا منڊل جي آرگنائيزنگہ ڪاميٽيءَ جون ميمبر آهن ۽ هميشه مونکي مدد ڪرڻ لاءِ هونديون آهن.

۹. توهان سيني جي شڪر گذاري جو منهنجي پروگرام کي ڏسي

مونکي وقت بہ وقت همٿائيندا رهيا آهيو.

١٠. آستا چئنل جي مالڪن شريمتي ۽ شري ڪريٽ پائي مهتا جي مان پنهنجي سچي جاتيءَ پاران شڪرانا ٿي مڃان هنن جن اسان جا سنڌي پروگرام ٽيليڪاسٽ ڪيا.

١١. ناري شڪتيءَ جو هڪ مثال اسانجي سنڌي ڀيڻ شوپا پارواڻي آهي، جيڪا مونسان ٻانهن ٻيلي ٿي بيني جهوليلال سائين کيس هميشه سنڌين جي شيوا جي ڪاربہ ۾ سگهہ ڏئي. مان تهدل شڪر گذار آهيان هن پياري ڀيڻ جي.

١٢. سويڌا فائونڊيشن جي چيئرمن شري شنڪر لالواڻي ۽ سندس ساٿين جي جنهن 'مٽيءَ جي مهڪ' جي اتهاسڪ گولڊن جبلي فنڪشن کي ڪاميابيءَ سان آرگنائيز ڪري ساراهہ جوڳو ڪم ڪيو آهي.

١٣. پڇاڙيءَ جو منهنجي سپترن منيت، دشينت ۽ نونهن نڌي ۽ هرشو ناگپال کي آسيس آهي جيڪي هر قدم تي هميشه مونکي همٿائيندا رهندا آهن ۽ منهنجو جوش قائم رکندا آهن. ان طرح زندگيءَ جو قافلو اڳتي هلندو رهندو ۽ نون نون سنگي ساٿين سان جڙندو رهندو ۽ اڳتي قدم وڌائيندو رهندو.






'مٽيءَ جي مهڪ' پروگرام ۾ گهٽيئي ڪٽا انيو بہ ٿيا هئا. منهنجي پروگرام بابت ڪن وڏين هستين ۽ هڪ نالي واري ليکڪا اخبارن ۾ گهٽيئي دفعا پروگرامن لاءِ ٽيڪا ٽپڻي لکي جيڪا ماڻهن تمام گهڻي حيرانيءَ ۽ افسوس سان پڙهي. چو تہ هنن کي سمجهہ ۾ نہ پيو اچي تہ هو هيڏي وڏي ليکڪا مونکي شاباسي ڏيڻ بدران ٽيڪا ٽپڻي لکي رهي آهي ۽ ڪيترن شيچنتڪن هند مان ۽ پرديس مان ان ٽيڪاٽپڻين جا لاجواب جواب اخبارن ۾ ڇپيا. اُهو بہ ماڻهن شوئق سان پڙهيو. مونکي ڄاڻ هئي تہ هر تڪليف پنهنجو سنو اثر ڇڏيندي آهي مون پنهنجي دل ننڍي نہ ڪئي. انهن ڳالهين ۾ پنهنجو واڌارو ڏٺو. نتيجو! انهن ٽيڪا ٽپڻين مونکي Public figure ناهي ڇڏيو ۽ جتي شايد مني پر ماڻهو بنيتا کي سڃاڻن ها، اُتي جڳہ بنيتا کي سڃاڻڻ لڳو.

آستا چئنل تي بہ گهٽيئي دفعا وچي منهنجا پروگرام لاراهڻ جون ڪوششون ڪيون ويئون. مونکي سڀ خبرون ملنديون هيون پر مونکي ڪوبہ اثر نہ ٿيندو هو. مان پنهنجي چاهت جو سفر جاري رکيو ۽ سفر جاري رهندو.

# ٣٥. سنڌ جو سهانو سفر

’متيءَ جي مهڪ‘ جي ساک سنڌ تائين بہ پهتي. اُتي ماڻهن Booster لڳارائي سنڌ ۾ آسٿا چئنل چالو ڪرايو ۽ ڏاڍي سڪ ۽ پيار سان پروگرام ڏسندا هئا. هڪ دفعو سنڌ جي سائين ساڌرام جو بمبئيءَ باندرا ۾ نئشنل ڪاليج جي هال ۾ پروچن رکيو ويو ۽ مونکي اهو پروگرام Shooting ڪرائي ’متيءَ جي مهڪ‘ پروگرام ۾ ڏيکارڻ لاءِ نينڊ موڪلي هئي. مان شوٽنگہ پوري ڪري سائين ساڌرام جن سان گڏيس. گهڻو پيار ۽ آشيرواد ڏنائون ۽ منهنجي Technical Team ۽ منهنجي پٽ ۽ نونهن کي سنڌ اچڻ جي نينڊ ڏنائون، جيڪا مون بيحد خوشيءَ سان سويڪار ڪئي. اُنهن ڏينهن ۾ (٢٠٠٢) سنڌ ۾ اچڻ وڃڻ ايترو آسان نہ هو. پوءِ سائين جن جلدي ئي ١١ ڄڻن جي سنڌ اچڻ لاءِ ويزا ۽ ٽڪيٽون موڪليائون. اُتي اسانکي ٢٢ آڪٽوبر سائين سترام داس صاحب جن جي ١٣٥ جنم شتابديءَ جي جشن ۾ شامل ٿيڻو هو ۽ ان پروگرام جي شوٽنگہ ڪري ’متيءَ جي مهڪ‘ پروگرام ۾ ڏيکارڻو هو.

ڪنهن سبب ڪري منهنجو پٽ، نونهن ۽ Team جا ڪي ماڻهو سنڌ نہ هلي سگهيا. اسان ڪُل ٣ ڄڻا وڃڻ لاءِ تيار ٿياسين ۽ مقرر ڏينهن تي روانا ٿياسين.

هتان سائين ساڌرام جا ڀ شيواڌاري بہ اسان سان ايئرپورٽ تي گڏيا، جن سان گڏ اسانکي سنڌ وڃڻو هو.

منهنجي حالت ڇا هئي، مان بيان نٿي ڪري سگهان. مان



سنڌ وڃي رهي هئس. ائين پئي لڳو تہ ڪو سپنو ڏسي رهي آهيان.

ڪراچي وڃڻ جي Flight ۾ ويٺاسين منهنجو آواز ئي نہ پيو نڪري. ڇپي اچي ويئي هئي. ساهہ ڇڻ رڪجي ويو هو.بس، انتظار هو سنڌ پهچڻ جو. هتان مان ڪن جي چوڻ تي سوکڙيءَ طور ڏيڻ لاءِ ٥٠ ڪن فلمي مئگزن، Screen ,film fare Stardust وغيره نيون ۽ ٻہ ٽي مهنا پراڻيون ڪنيون هيون جو خبر پئي تہ اُتي هندستان جي فلمي ڪلاڪارن ۽ فلمي مئگزن جا گهڻيئي ديوانا آهن. سو پئڪ ڪري مون اهي مئگزن ڪنيون هيون. چار ڪن هلندڙ مهني جون مئگزن هٿ ۾ جهليل هئم.

ڪراچي ايئر پورٽ تي لٿاسين شاهي وڏو ايئر پورٽ آهي. جڳهہ جڳهہ تي ٽي. وي. لڳل هيون ۽ ڏٺو تہ ان ۾ advertise بہ سنڌيءَ ۾ اچي رهي هئي. ”بورن‌ويٽا پيئو صحت ٺاهيو“ ۽ مان مسڪرائڻ لڳس.

سڄو وقت منهنجي دل جي ڌڙڪن وڌيل هئي. سامان ڇڏائڻ لاءِ منهنجي ٽيم جا ماڻهو ويا ۽ مان هڪ هنڌ ويهي رهيس ۽ ائين ئي Stardust فلم magazine جا پنا پلٽائڻ لڳس تہ هڪ آواز تي ڪنڌ مٿي ڪنيو، ڏٺم هڪ ڪسٽم آفيسر سامهون اچي ويٺو هو ۽ مونکان هٿ ۾ جهليل فلمي ڪتاب ڏسڻ لاءِ گهري رهيو هو ۽ مون ڏني مانس ۽ ڳالهائڻ جو سلسلو چالو ٿيو. هو سريلي ۽ شڌ سنڌيءَ ۾ ڳالهائي رهيو هو. نالو هوس الله بخش. نوابشاه ۾ رهندو هو. هن جي پڇڻ تي ٻڌايو مانس تہ مان سائين سترامداس جن جي جنم ڏينهن جي جشن ۾ شامل ٿيڻ آئي آهيان. پڇيائين ڪيئن ٿو لڳيئي پنهنجي جنم ڀوميءَ جي آسٿان تي اچي ڪري؟ پريل من سان چيو مانس ، ”ڀائو ، منهنجا پير لڳي ٿو،ڄڻ ڳوڙا ٿي ويا آهن“. جڏهن ايئر پورٽ تان ٻاهر نڪرندس ۽ پنهنجي منڙي سنڌ جي زمين تي پير رکندس تہ پاڪي الائي ڪيئن جهلي

سگهندس. ائين چئي مون ڪان روئڻ نڪري ويو. ڳوڙها بند ٿيڻ جو
نالو نه پيا وٺن. هن همدردي ڏيکاري چيو مانس هي پنهنجي وطن
سان ملڻ جي پيار جا ڳوڙها آهن. هن هڪ پني تي پنهنجي ائڊريس
۽ فون نمبر ڏيندي چيو پيڻ جڏهن موقعو مليوَ، مونکي فون ڪجو،
مان ڳاڏي موڪليندو سانو ۽ سچي سنڌ ڏيکاريندو سانو. مون شڪرانا
مڃيندي هٿ واريون ته Magazine سوکڙيءَ طور ڏنيون مانس.
ايتري ۾ سامان ڇڏائي باقي سپ اچي ويا ۽ اسان ٻاهر نڪرڻ جو
رخ ڪيو. ٻاهر نڪري زمين تي پير رکيو. من ته اڳيئي پريل هو.
مٺي پر مٽي کڻي چميومانس ۽ رومال ۾ ٻڌي پرس ۾ رکي ڇڏي.

هٿن ۾ گلدستا ڏيندي ڪجهه نوجوانن اسانجو سواڳت ڪيو
۽ پوءِ ڪار ۾ ڪنهن سائينءَ جن جي پريميءَ جي گهر وياسين. اُتي
اُنهن جي ڪٽنب اسانکي ڏاڍو پيار ڏنو. سنان وغيره ڪري ڪاڏو کائي
وري بي Flight ۾ روانا ٿياسين رهڙڪيءَ لاءِ. رهڙڪيءَ ۾ سڌو سائين
سادرام سان گڏجڻ وياسين. ڏاڍو سڪ ۽ پريم سان گڏيا. پنهنجي
سچي ڪٽنب سان گڏجارائون.

پوءِ سائين جن جا پيگٽ اسان کي اُتي وٺي هليا جتي اسان
جو رهڻ جو بندوبست هو.

زور شور سان آشرم ۾ جشن جون تياريون هلي رهيون هيون.
ڪٿي بتين جي جهومر لڳي رهي هئي ته ڪٿي اسٽيجdecoration
ٿي رهي هئي ته ڪٿي پٽ تي شاهي غاليچا وڇايا پيا وڃن. اندر
لنگر نهڻ واري آستان ۾ پاڃين جا انبار لڳل هئا. شيواڌاري پاڇيون
ڪٽڻ ۾ لڳا پيا هئا ۽ ساڻ ''سچو سترام مست آ سچو سائين مست آ''
جي ڌن ۾لڳا پيا هئا.

مونکي سائين جن چيو هو ته شوٽنگ لاءِ ڪئميرا وغيره جي
ٽيم مونکي اُتي سنڌ ۾ ئي بندوبست ڪري ڏيندا. شام جو اتان
جي سچي ڪئميرا ٽيم مون سان ملڻ آئي. ڪل ٣٠ ڄڻا ڪئميرا



مئن آيا. مونکي گهڻي حيراني ٿي ته هيترا ڪئميرا مئن چو آيا
آهن پر پوءِ اچا به حيراني ٿي جڏهن خبر پئي ته ميلي ۾ ٢٠ هزار
پيگٽ شامل ٿيڻ وارا آهن. ڪيترا پيگٽ هندستان جي الڳ الڳ
شهرن مان اچڻا آهن ۽ ڪيترا ته ٻاهرين ملڪن مان به اچڻا آهن.
جئن هانگ ڪانگ، سينگاپور، دبئي، لنڊن، آميريڪا وغيره ۽ تنهن
ڪانسواءِ ٻاهرين ملڪن مان سنڌي ڪلاڪار پڻ پنهنجي ڪلا جو جوهر
ڏيکارڻ لاءِ اچڻ وارا هئا.

مونکي بلڪل چاڻ نه هئي ته مان هيڏي وڏي جشن ۾ وڃي
رهي آهيان. هيڏو وڏو شاهي ميلو ٿي ڏينهن هلڻو هو ۽ ان پروگرام
جي مونکي شوٽنگ ڪرائڻي هئي. مان اندر ۾ پاڻ ۾ همٿ آندي ۽
پوءِ هر ڪئميرا مئن کي سندن جڳهه مقرر ڪري ڏني ته ڪير
ڪٿان ۽ ڪهڙي angle تان بيهي شوٽنگ ڪري جئن سچي ميلي
جي هر ڪنڊ فلمائي سگهجي. ڪجهه به رهجي نه وڃي. هڪ ڪئميرا
مئن پاڻ سان گڏ رکيم. جئن مان اُتي جي سنڌي پائرن جي پاڻ
سان ڪيل روح رهاڻ شوٽ ڪريسگهان.

مان سائين سادرام جو روحاني سنديش ۽ روحاني سوال جواب
سندن پيگٽن لاءِ فلمايا. چا ته ٿي ڏينهن جشن هو. ماڻهن جا حشام
هئا. سنڌي سنسڪرتيءَ جا پارامپارڪ لوڪ نرتيه ، ڇيڄ، صوفي
ڪلام ۽ پيگٽ پيش ڪئي ويئي. سائين سادرام جن جي مٺي آواز
رڳه رڳه کي پوتر ڪري ڇڏيو . ڪٿان ڪٿان هند ۽ ٻاهرين ملڪن
مان سائين جن جا پريمي آيل هئا.

سنڌ جي الڳه الڳه شهرن مان هر شهر جي سنڌي پنچائت
جا وڏيرا به آيل هئا. سيني سان سائين جن مونکي پاڻ سڃاڻپ
ڪرائي. سيني پنڇن مونکي پنهنجي شهر ۾ اچڻ جي نيند ڏني.
جيڪب آباد جي پئنچائت جي وڏيري سان خاص ويهي
ڇگي دير ڳالهايو. منهنجو جنم آستان جو هو.

ميلي ۾ جشن شام جو ٿيندو هو.صبح جو مان پاسي ۾ جيڪي مشهور آستان هئا، اُهي ڏسي ايندي هئس. مان سائين ڪنوررام جي آستان جا درشن ڪرڻ ڏهرڪي (جڙوار) جيڪو سکر جي پرسان هو اُتي ويس. منهنجي من جي آنند جو پار نہ هو. سائين ڪنوررام جي ڀڳت ۽ ڪهاڻيون ننديپڻ کان رڳہ رڳہ ۾ سمايل هيون. مان سائين ڪنوررام جي پوتر گهر ۾ ويني هئس، جتي ڪڏهن هو رهندا هئا. اُنهن جي کٽ، باسڻ، ڪپڙا سڀ ديوانن وانگر پيئي ڏسان. هو جتي کاڌو کائيندا هئا، آرامي ٿيندا هئا، سڀ ڏٺو، لڳو تہ منهنجي زندگيءَ جا گوهر اگهامي ويا.

ٿوري دير ۾ اُتان جي پئنچائت جا سڀ پئنچ اچي جمع ٿيا ۽ مونکي ۽ منهنجي ٽيم کي اَجرڪ (پوتر شال) پائي شاندار سواگت ڪيائون جيڪو مان زندگي پر نہ ڀلجندس. جيترا ڏينهن رهيس، هيٺ ڏنل سڀ پوتر آستان ڏسي پنهنجو جنم سڦلو ڪيو.

پوتر سنڌو ندي ڏسي نهال ٿيس. تنهن ڪانسواءِ ساڌٻيلو، سکر، روهڙي، سائين وسڻ شاه جي دربار، سائين پاروشاه جي دربار، هالاڻي دربار، هالاڻي شهر صوفي سنت سائين سرمست جي دربار جيڪا درازن ۾ خيرپور ۾ آهي. شاه عبدل لطيف جي مجار 'ڀٽ' جيڪا حيدراباد جي پرسان آهي، سڀ ڏٺم.

پنهنجي جنم آستان جيڪب آباد نہ وڃي سگهيس. اُهو ٻئي پاسي هوءَ ۽ گهڻو پري هو. باقي جيترا ڏينهن هئس. انيڪ يادگيريون پاڻ سان کڻي آيس. ڇا ڇا ٻڌايان. جتي منهنجو ڪمرو هو ، در ٻاهران ۲۴ ڪلاڪ ٻہ شيواداري ويهاري ڇڏيا هئائون. پڇيو مان ادا، توهان ڇا ڪندا آهيو، پتو پيو تہ ٻئي Qualified Doctor ۽ انجنيئر هئا ۽ سائين ساڌرام منهنجي ديکہ ڀال ڪرڻ لاءِ هنن کي اُتيدر ٻاهران پٽ تي ويهاريو هو. واه، ڇا تہ مهمان نوازي هئي ۽ ڇا تہ سائين ساڌرام لاءِ نوجوانن ۽ سيني ۾ شرڌا هئي. گهڻن ئي



سنڌي ڀائرن جا نالا اسان جي فلمي ائڪٽرن جي نالن تي رکيل هئا. جيئن اشوڪ ڪمار، ڪشور ڪمار، راجيش، اڪشيہ وغيره. اُتي جيڪي بہ ڀڄن ڪيرتن ڳائن پيا، سي سڀ هندستان جي مشهور ۽ نون گانن جي ڌن تي هئا. مان جيڪي هتان ۵۰ ڪن فلميMagazine کڻي ويئي هئس، سي ۵ منٽن ۾ ورهائجي ويئون ۽ سيني جي چهري تي خوشي ڏسڻ جهڙي هئي ۽ آخر پنهنجي جنم ڀومي پنهنجي منڙي سنڌڙيءَ کان ڀريل من سان موڪلاڻي ورتي ۽ اتان جي ڀائرن جو پيار ، سائين ساڌرام جن جوڀرپور ۽ ڍير سارو آشيرواد سڪ ڀريون ڪيتريون سوکڙيون، جيڪي اُتي مليون، پاڻ سان گڏ کڻي موٽيس ۽ پاڻسان کڻي آيس ڪڏهن نہ وسرڻ جهڙيون يادگريون. اُتان آندل ميلي جا شوٽ ڪيل پروگرام ڪيترين ئي قسطن ۾ پنهنجي 'مٽيءَ جي مهڪ' پروگرام ۾ آستا چئنل تي ڏيکاريا .

# ٣٧. ڀائو بھاري شھري

**’ماڻھو مڙيئي نہ سھڻا، پکي مڙيئي نہ ھنس**
**ڪنھن ڪنھن ماڻھوءَ منجھہ، اچي بوءِ بھار جي‘‘**

بھاري شھري، مان ھنن کي ڀائي صاحب چوندي آھيان، ھميشه ڪلمہ پر قاعدي جا پڪا آھن. لوڪندوالا سنڌي پنچائت جا پريزيڊنٽ آھن، تنھن ڪانسواءِ سنڌيت جي شيوا ۾ گھڻن ئي سنستائن سان جڙيل آھن.

تنھن ڪانسواءِ ھاڻي ھڪ پنھنجي سنستا جنھنجو نالو سنڌو اڪيڊمي آھي، ٺاھي اٿائون. ان ۾ اڄ جي ٿھيءَ کي سنڌيت جي ڄاڻ ڪرائڻ جي Field ۾ ڪم ڪري رھيا آھن ۽ سنڌي قوم لاءِ ڪم ڪرڻ وارن سنڌيت جي شيدائن کي ھر سال روڪڙا انعام ۽ ٽرافي ڏيئي حوصلي افزائي ڪندا آھن.

سچا سنڌي آھن. سنڌي قوم جو ڪوبہ ڪم ھجي يا ڪو ڪم ڪندڙ مدد لاء وڃين، نسوارٿ ڀاوَ سان ھر طرح مدد ڪندا آھن.

آسٿا چئنل وارن جڏھن منھنجا ٺھيل سنڌي پروگرام ٽيليڪاسٽ ڪرڻ شروع ڪيا تہ ڀاءُ بھاري شھري، لوکندوالا سنڌي پنچايت جي ميمبرن ۽ ماڻھن ۾ پروگرام ڏسڻ جو چاھہ پيدا ڪرڻ لاءِ پترا ڇپائي گھر گھر ۾ پھچائڻ، لوڪل ڪيبل چئنل ۽ سنڌي نيوز پيپرن ۾ ائڊ وجھائڻ، مطلب تہ ڪجھہ بہ وسان نہ گھٽايائون مان



سيني جي تحدل مان شڪر گذار آھيان. چوندا آھن ھر ڪامياب مرد جي پنيان ھڪ عورت جو ھٿ ھوندو آھي. ڀائو بھاري شھريءَ سان بہ ائين ئي آھي. سندس استري پريم لتا جنھن کي سڀ لتا چوندا آھن ۽ مان ڀيڻ چوندي آھيان جو ڀرپور ھٿ آھي گھڻو ڪري گھر ۾ سنڌيت جي واڌاري لاءِ ميٽنگون پيون ٿينديون اٿن. لتا ۽ سندس ننھن سنيھا پٽ راجيش، ڪيترا بہ ماڻھون اچن ھميشھ شيوا ۾ حاضر ھوندا آھن سچو پريوار سنڌي قوم جي شيوا ۾ جڙيل آھي. نسوارٿ ڀاوَ سان.

# ٣٦. ڪرموير دادا
# ڊاڪٽر ارجن سڪايل

**ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه، اچي بوءِ بهار جي**

دادا ڊاڪٽر ارجن سڪايل جي ٨٣ سال جي جشن ۾ وڃڻ جي نينڊ آيل هئي. دادا جي نيڪيءَ جا گهڻيئي چرچا ٻڌل هئا. اها به خبر پيئي ته ليکڪ آهن جنهن ۾ شاعري، ڪهاڻيون، مضمون، هر وشيه تي روشني وڌل آهي. پاڻ سان سندن سنمان ڪرڻ لاءِ هڪ شال ۽ هڪ سوکڙي ڪنئي. جشن ۾ ليکڪ، شاعر ۽ سماج سيوڪ آيل هئا.

رواج موجب سيني پنهنجو پنهنجو لکيل، ڪنهن شاعري ٻڌائي، ڪنهن مذاقي ٽوٽڪا ٻڌايا، جڏهن دادا جو وارو آيو ته واه جا ته ماحول ٻڌائون، جا شاعري، جا مذاقي شعر ۽ ٽوٽڪن پيش ڪرڻ جو انداز هو، جا ته چهري تي رونق هئي. جا ته هٿن جا ڦڙت اشارا هئا ۽ پيش ڪرڻ جي ڦڙتي، لڳي پيو ته سامهون ٨٣ ورهين جو نوجوان بيٺو آهي. تاڙين جو ڦهڪو پئجي ويو. خوشيءَ ۾ اچي سيني کان پهريون مون دادا کي شال پائي ۽ سوکڙي ڏيئي جنم دن جي واڌائي ڏني. اها هئي دادا سان پهرين ملاقات منهنجي دل جيتي چڏيائون. تنهن کانپوءِ گهڻن ئي پروگرامن ۾ دادا جا الڳ الڳ روپ ڏٺا. ليکڪ جو روپ هجي، شاعر جو يا ڪنهن وشيه تي پاڻ ڏيڻو هجي يا ڪنهن ٤٠ شاعرن جي مشاعري جي اڳواني ڪرڻي هجي، هر روپ ۾ Perfection ۽ اڳي کان اڳرو ڏٺم. گهر ۾ گهڻيئيءَ دفعا وڃڻ جو موقعو مليو، هميشهه ڪجهه نه ڪجهه لکندي ڏٺو مان. ڪڏهن پنهنجي ڪتاب جو پروف چيڪ ڪري رهيا آهن ته ڪڏهن ڪنهن



جي لاءِ مهاڳ لکي رهيا آهن. ته ڪڏهن ڪنهن جي لاءِ اخبار ۾ article لکي رهيا آهن. دادا جو هڪ نئون روپ ڏٺم. هو قابل حڪيم به آهن. خبر پيئي ته حڪمت دادا کي پنهنجن پرکن کان وراثت ۾ مليل آهي ۽ هڪ گهرو علاجن جي نسخن جو ڪتاب به ڇپايو اٿائون جنهن ۾ رنڌڻي جي مصحالن سان علاج ڪرڻ بابت سولي ڀاشا ۾ لکيل آهي. ته ڪڏهن ڪنهن دوا جو نسخو ڏاهي رهيا آهن. مطلب ته ڪرموير دادا پاڻ کي ڪنهن نه ڪنهن ڪم سان جوڙي زندگيءَ جو هر پل سجايو ڪري رهيا آهن. اهو ئي اٿن زنده دل زندگيءَ جو راز.

ڪلاڪارن جي حوصلي افزائي ڪرڻ پنهنجو ڌرم سمجهندا آهن. منهنجي 'متيءَ جي مهڪ' ڪلاڪارن جي حوصلي افزائي ڪرڻ لاءِ گولڊن جبلي جشن ۾ روڪ جا لفافا ڏيئي ڪلاڪارن جو شان وڌايائون.

منهنجي لاءِ دادا جو چوڻ آهي ته جئن رامڪرشن پرمهنس کي نندي نريندر معنيٰ سوامي وويڪانند ۾ خدائي نور جي جهلڪ نظر آئي، دادا کي مون ۾ به اهڙو ئي ڪجهه نظر آيو آهي ۽ الائي ڪنهنجن اکين سان هنن منهنجي زندگيءَ ۾ لکل ڪهاڻي ڏٺي ۽ مونکي همٿايائون ته مان پنهنجي آتم ڪٿا لکان. اڄ هيءَ منهنجي آتم ڪٿا دادا جي ڏنل پريرڻا جو ئي نتيجو آهي. منهنجي هميشه حوصلي افزائي ڪندا رهندا آهن. هڪ دفعو پنهنجي لکيل ڪتاب جو مهورت ڪرائي دنيا جي سامهون اڳرو ڪيائون. مونکي وڏن ماڻهن جي لاءِ هميشه عزت آهي، پر وڏو ۽ مٿان نيڪ ماڻهو هجي ته اُهو منهنجي دل تي راڄ ڪندو ۽ ازخود دادا لاءِ دل مان آسيس نڪرندي آهي ۽ مان چوندي آهيان، 'دادا ، تم جيئو هزارون سال'

# ٣٨. ڪاميابيون ۽ انعام

جن سنستائن سان جڙيل آهيان

١. سمرٽ نگر لوڪنڊوالا سنڌي پئنچائت
٢. مهلا منڊل
٣. سويڊا فائونڊيشن
٤. لوڪنڊوالا ائڪشن ڪاميٽي (L.A.C)
٥. ڪلا وڪاس
٦. فيڊريشن آف ويسٽرن سبربس پنچايتس
٧. انٽر نئشنل سهيلي سنستا
٨. سنڌي ويلفيئر آرگنائيزيشن، ڊبئي
٩. مهلا منڊل، ڊبئي
١٠. سنڌي ڪائونسل آف انڊيا.

## انعام (Awards)

1955 کان 1963 تائين هينين وڏين هستين جي مبارڪ هٿن سان بيسٽ ڊانس اوارڊ مليا.

ڀائي شري پرتاپ، دادا هري دلگير، دادا دکايل ۽
۽ ٻين ڪيترين وڏين هستين کان

1996 مني (Money) ٽيليويزن تان بهترين پروگرام لاءِ ٽرافي - 'هڪ ڪلاڪار جي تصوير - پريرنا پٽني'

2001- سويڊا گَوَرَوَ اوارڊ- گولڊ ڊسڪ



2002- سويڊا لائيف ٽائيم اَچيومينٽ اَوارڊ
2002- سنڌو رتن اوارڊ -
۽ گھڻيئي قدر شناسي انعام مليل آهن.

## ڪاميابيون (Achievements)

1. پهرين سنڌي فلم ٻگو ٻئريسٽر دوردرشن لاءِ ٺاهي
2. ٥٠ سنڌي سوشل ۽ ڪلچرل پروگرام جيڪي پهريون دفعو آستا سئٽيلائيٽ چئنل تان ١٥٦ ديسن ۾ ڏيکاريا ويا، پروگرام جو نالو ''مٽيءَ جي مهڪ'' هو. ۽ جيڪي مون ڊائريڪٽ ۽ پروڊيوز ڪيا. سنمانت ڪرڻ لاءِ سنڌ بہ گهرايو ويو. سئٽيلائيٽ چئنل تي ڏيکاريا ويا.
3. 1965 کان 1976 تائين اليڪٽرڪ ائسيسريز مئنيوفئڪچر ۽ سپلاءِ ڪندڙ پهرين استري ۽ اليڪٽرڪ مرچنٽس ائسوسيئشن، لوهار چال، بمبئي جي پهرين استري ميمبر.




## It takes courage to be Bineeta Nagpal

She has the courage to decide,
She has the will to persist.
She has the initiative to be a self - starter.
She is Bineeta Nagpal.

She picks up the future as against the past.
She focuses on opportunities rather than on problems.
She chooses her own direction rather than climb the bandwagon.
She is Bineeta Nagpal.

History has demonstrated that the most notable winners usually encountered heartbreaking obstacles before they triumphed.
They won because they refused to become discouraged by their defeats.
Bineeta Nagpal is in the same league-an extraordinary winner.
She has lived her dreams. And doesn't the future belong to those who believe in the beauty of their dreams?
Bineeta Nagpal truly believes in the beauty of her dreams.

I had worked with Bineeta Nagpal in "Bagu Barrister" . She had been invited by Doordarshan to direct its first Sindhi telefilm, a detective thriller based on Dr. Chandulal Jaisinghani's extremely popular "Bagu Barrister", a series of detective novels,. I had read the entire series and immediately accepted Bineeta's offer to play the legendary Bagu Barrister. She was thorough in



her work as a director and meticulous in detailing of characters, locations and dialogues. She exuded charisma, class and confidence.

The telecast of Bagu Barrister was a big event for the Sindhi viewers and she was showered with acclodes and gratitude, watching a well-made "Bagu Barrister' on doordarshan was an emotional experience for thousands of Sindhi viewers. It was telecast on National network of Doordarshan again and again. Bineeta Nagpal's work was appreciating she had made "Bagu Barrister a household name again.

The canvas of Bineeta Nagpal's work is varied and vast. When 'Aastha', the satellite spiritual television channel approached her to make a series for them, she made 'Mitti a ji Mahek' - the scent of the soil. It was a television series on the ancient Indus valley civilization, research into Sindhi and English history, literature, archival film and video footage, interviews and dramatized recreation of events, a great deal of brainstorming and hard work integrated into the making of 52 episodes of "Mitti a - ji - Mahek", I remember how Bineeta Nagpal welcomed creative conflict because she believes that creativity comes from conflict of ideas.

The viewer-response to "Mitti a ji Mahek" was phenomenal. Thousands of letters, e-mails and phone calls that the channel received only reconfirmed the strength of Bineeta Nagpal as an accomplished producer- director

I have had the privilege of working in some of her television productions and I have seen the aesthetic value. she adds to her programs. She has shown, time and again, that anything is possible if you have got enough nerve.

Excellence, for Bineeta Nagpal, is not an act, but a habit.

**Without doubt, it takes courage to be Bineeta Nagpal.**

**(Susheel Gajwani is a filmmaker)**




منهنجا ماتا پتا، شيلا ۽ رام ٿانواڻي ٢ مارچ ٢٠٠٠ ۽ ١٧ سيپٽمبر ١٩٧٧ سائينءَ کي پيارا ٿيا.

منهنجي سيني ڀائرن ڀينرن جي شادي ٿي ۽ سڀيئي پنهنجي ڪٽنب سان سُکيا ستابا آهن.

مايا جو گهوٽ ٢٠٠٢ ۾ گذاري ويو. مايا کي ٻه پٽ ۽ ٻه ڌيئر آهن. هڪ ڌيءَ دبئيءَ ۽ ٻي ڌيءَ آميريڪا پرڻيل اٿس. وڏو پٽ ۽ ننهن هٽ فئڪٽريون سنڀاليندا اٿس ۽ ننڍو پٽ ۽ ننهن ٻئي ڪامپيوٽر انجنيئر اٿس ۽ آمريڪا ۾ وسيل آهن. مايا آمريڪا ۽ بمبئيءَ پئي ايندي ويندي آهي. بمبئيءَ ۾ مايا جهوُ اسڪيم ۾ رهندي آهي.

منهنجي ٻنهي پٽن جي شادي ٿي چڪي آهي. ٻئي نونهر ساهتيءَ جون آهن، مونکي ڌيئرن وانگر پياريون آهن ۽ مونکي هو ماءُ ئي سمجهنديون آهن. وڏو پٽ ۽ نونهن منيت ۽ نڌي لنڊن مان M.B.A جي ڊگري وٺي اُتي ئي نوڪري ڪندا آهن ۽ اُتي سيٽل ٿي ويا آهن.

ننڍو پٽ ۽ نونهن دشينت ۽ هرشو دبئيءَ ۾ سيٽل ٿيل آهن. پٽ ملٽي نئشنل ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ڪندو آهي ۽ نونهن بئنڪ ۾ آفيسر آهي.

منهنجي رهائش بمبئيءَ جي لوکنڊوالا ڪامپليڪس انڌيري (ويسٽ) ۾ آهي ۽ دبئيءَ ۽ لنڊن اچڻ وڃڻ ٿيندو آهي.



اُتي به سنڌي پنچائتن ۽ سنڌي شيوا جي ڪاريه سان جڙيل آهيان. ميڊيا جي ذريعي پنهنجي قوم جي شيوا ۾ لڳل هئس ۽ لڳل رهندس. هاڻي وري آسٿا چئنل تي ”مٽيءَ جي مهڪ“ سنڌي پروگرامن جي تياري هلي رهي آهي، هاڻي جا پروگرام اڳي کان اڳرا هوندا ۽ سڄي دنيا جي کنڊ ڪڙڇ مان ڪلاڪارن کي پنهنجي ڪلا ڏيکارڻ جو موقعو ڏبو ۽ جيترو ٿي سگهندو، سنڌيت جي هر پهلوءَ تي روشني وجهبي.

هاڻي مون پنهنجو رخ هڪ فلم ٺاهڻ ڏانهن به ڪيو آهي. جنهنجي Script مان پاڻ لکي رهي آهيان. هيءَ فلم تمام وڏي بجيٽ جي آهي ۽ ٻن ڀاشائن ۾ ٺاهي ويندي. سنڌي ۽ انگريزي ۾. ڪهاڻي دل کي وٺندڙ آهي. هن ۾ هند ۽ سنڌ جا ڪلاڪار ڪم ڪندا.

زندگيءَ ۾ ڪٽنب لاءِ ۽ قوم لاءِ جيترو ٿي سگهي ٿو، فرض پورا ڪرڻ ۾ لڳل آهيان.

هاڻي هڪ ٻيو به فرض پالڻ جو سڏ ٿيو آهي. ننڍي هوندي جڏهن پنهنجي ڪٽنب جا فرض ادا ڪرڻ وقت منهنجا شڀ چنتڪ چوندا هئا، ’لاجو، تون ڪجهه پنهنجي لاءِ به ته سوچ‘ ته مان مٿي آڱر کڻي چوندي هئس ته هو وينو آهي منهنجي لاءِ سوچڻ وارو ۽ برابر هن منهنجي پاڻ ڏانهن ڪيل اشاري جي لڄ رکي. اڄ منهنجا ڀائر ڀينر پنهنجي ڪٽنب سوڌا خوش آهن، وسيل آهن، مونکي به سائين دنيا ۾ اڳرو ڪرڻ ۽ خوش رکڻ ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي آهي.

هاڻي هن مٿئين پنهنجي آڱر مون ڏانهن ڪئي آهي ۽ چيو اٿئين ته هاڻي مان هن لاءِ به ڪجهه سوچيان ۽ هن

جي بندگيءَ لاءِ وقت ڪڍان. سو مان ڪيتري به مشغول ڇو نه هجان، هن جي بندگيءَ لاءِ وقت ڪڍندي آهيان.

منهنجي چاهه ۽ سپنن جو سفر جاري رهندو. هڪڙا سپنا پورا ٿيندا ته ٻين سپنن سان پاڻ کي جوڙيندي رهندس ۽ جوڙيندي رهندس. ۽ پنهنجي زندگيءَ جو خوبصورت سفر جاري رکندس.



## ۴۱. زندگيءَ جو ليکو چوکو

**“سندي تي جنهن مارئي، تنهنجو الله به آهي.**
**سو ورهين جا دکڙا، هڪ لهزي ۾ لاهي”**

ها، هڪ ئي لحظي ۾ لاٿائين منهنجا سوءُ ورهين جا دکڙا.

1. لوهار چال اليڪٽرڪ مارڪيٽ ۾ پنهنجي آفيس وٺڻ ڪانپوءِ مان آفيس مان ۽ ڪم سنڀاليندي هئس ۽ سڀني هنڌ مال سپلاءِ ڪرڻ ۽ ٻين ڪمن لاءِ مون ماڻهو رکيا. هاڻي مونکي گهڻو ئي وقت بچندو هو، اُهو وقت مون سجايو ڪيو.

شام جو ڪامرس ڪاليج Join ڪري مون ڪامرس ۾ ڊپلوما پاس ڪيو جنهن ۾ اڪائونٽنس ۽ بزنيسMethods سپيشل وشيه هئا. ان طرح پڙهڻ ۾ پنهنجو گيان وڌايو، ڪاليج وڃڻ جي ڪمي پوري ڪئي پلي دير سان ئي مون پڙهائي ڪئي.

2. مئٽرڪ جو امتحان ڏيئي جڏهن دادا مونکي ۽ مايا کي گهمڻ لاءِ بمبئيءِ موڪليو هو، ته مون سپني ۾ به نه سوچيو ته مان آديپور واپس نه ويندس. ۽ بمبئيءِ ۾ ئي هميشه لاءِ رهي پوندس. ۽ هتي اچي منهنجي زندگيءِ جو رخ ئي بدلجي ويندو.

ان بدلاوَ ۾ منهنجي زندگيءِ جو اهو خوبصورت دؤر جنهن ۾ زندگيءِ جي هر پل کي زندهدليءَ جيئڻ جو جنون هوندو آهي. ٺهڻ، سنيرڻ ڳهه ڳٺا، فئشن ڪرڻ جو چاهه، گهمڻ ڦرڻ جو دؤر ڇڏجي ويو. مون صرف آف وائيٽ(سلڪ رنگ) جا ڪپڙا پاتا جو بزنيس لاءِ جڏهن مارڪيٽ ويندي هئس ته مون سادگيءِ سان ئي رهڻ پسند ڪيو. ڳهڻن جي نالي تي واچ پائيندي هئس.

پر ۱۹۷۳ ۾ شاديءَ کان پوءِ هر طرح جا ڳهڻا، هيرن ۽ سون جا سيٽ، هر فئشن جا ڪپڙا مون وٽ هئا مسٽر ناگپال آفيس ٽرپ تي گهڻئي پيرا مونکي پاڻ سان وٺي ويندا هئا. ۽ خوب گهمايائون، هندستان جا وڏا شهر، هل اسٽيشن ، تيرٿ استان، ۵ اسٽار هوٽل ۾ رهڻ مطلب تہ اُهو سڀ اڳي کان اڳرو ماڻيم. جيڪو مونکان ۱۹٦۳ (۱۷ سالن جي عمر) کان ۱۹۷۳ (۲۷ سالن جي عمر ) جي دؤر ۾ چڱجي ويو.

۳. نديپڻ ۾ سلڇڻي ڊائريءَ ۾ دل سان ٻيون ڳالهيون لکندي هئس. وقت گذرندي سلڇڻي پنهنجي انترآتما ۾ ملائي ڇڏي ۽ ڪلپنا سان اُن ۾سڀ ڪجهہ لکندي آهيان ۽ روح رهاڻ ڪندي آهيان. هوءَ سدائين منهنجي راهہ روشن ڪندي رهندي آهي. ان ۾ لکيل ٽي اڇائون هن نموني پوريون ٿيون.

(۱) ڊانس ڪلاڪار ستاراديوي- بمبئيءَ ۾ ڪار ۾ ڪملا هاءِ اسڪول جي پرسان نٽاليہ نالي گوپي ڪرشن ۽ ستارا ديويءَ جي ڊانس اسڪول ۾ مون ڪٿڪ ڊانس جو ڪورس ڪيو.

(۲) ستيہ جيت ري (ڊائريڪٽر) ۱۹۸۷، مون ۴۱ سالن جي عمر ۾فلم ڊائريڪٽر ٿيڻ جي اڇا St.Xaiers ڪاليج، چرچگيٽ مان ٽي. وي. ۽ فلم پراڊڪشن جو ڪورس ڪيو ۽ ميڊيا ۾ گهڻو ڪجهہ ڪيو. گهڻئي پروگرام ٺاهيا جيڪي الڳہ الڳہ چئنل تي ڏيکاريا ويا.

(۳) سنڌيت جي شيوا ميڊيا رستي سنڌي پروگرام ٺاهي ۽ ٻين رستن ذريعي ڪري رهي آهيان.

ان طرح منهنجون ٽيئي اڇائون پوريون ٿيون. مون ڪامپيوٽر تي گگل سرچ تي بنيتا ناگپال ٽائيپ ڪيو. سامهون گهڻن ٽي. وي. پروگرامن سان جڙيل بنيتا جو نالو آيو. ”سنڌي انفو“ جي ويب پيج تي فلم واري سيڪشن تي Click ڪيم تہ هڪ Sindhi's-in-Bollywood جي لسٽ Computer تي آئي. اُها لسٽ پڙهڻ لڳس رس۾ميش



سپي، گووند نهالاڻي، پهلاج نهالاڻي، اين. سي. سپي، ڪئلاش آڏواڻي، بنيتا ناگپال. (منهنجون اکيون پرجنديون ويون) منوج لالواڻي ۽ ڪمل ناٿاڻي ڪنڌ مٿي ڪري سائينءَ جا شڪرانا مڃيا، هڪ مئٽرڪ پاس جنهن ڪاليج جو منهن نہ ڏٺو هو، رندگيءَ جي اسڪول ۾ پنهنجي شخصي انيو، ابياس ۽ پاڻ ۾ وشواس سان پنهنجي اڇا شڪتي ۽ آتم شڪتيءَ جي ٻل سان پنهنجا سپنا ساڪار ڪيا.

دنيا جي رنگہ منچ تي زندگيءَ جا گهڻيئي رنگہ ڏٺا آهن. گهڻيئي لاها چاڙها سهڻ کانپوءِ بہ پنهنجو ڌيان هميشہ پنهنجي مقصد ڏانهن رکيو. ۴۱ سالن جي عمر ۾ ٽي. وي. ميڊيا سکڻ لاءِ پهريون قدم کنيو ۽ سچو هنر سکي هندي ۽ سنڌي ڪيترا ٽي. وي. پروگرام ٺاهيائين جيڪي الڳ الڳ چئنل تي ڏيکاريا ويا. اُها اڄ وڏن ڊائريڪٽرن جي لسٽ ۾ شامل آهي ۽ ميڊيا رستي بہ سنڌيت جي شيوا ۾ لڳل آهي. مون زندگيءَ ۾ جيڪي وڃايو اُن کان مٿي پاتو، حساب پلس مو ئي آهي.

مونکي زندگيءَ کان هن کان مٿي ٻيو ڇا کپي؟

منهنجي آتم ڪٿا هڪ مثال آهي. ڪنهن هڪ جي راه روشن ٿئي تہ سمجهندس منهنجو لکڻ سڃايو ٿيو.